| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ڀيرو مل مهر چند (جيون ڪٿا) |
| ليکڪ: | هيرو ٺڪر |
| پهريون ڇاپو: | 2007ع |
| ڇپائيندڙ: | فيونڪس بوڪس، حيدرآباد |
| ڇاپيندڙ: | هارون پريس، گاڏي کاتو، حيدرآباد |
| تعداد: | هڪ هزار |
| قيمت: | 100/- |





Title: Bherumal Meharchand

Authored by: Hiro Thakur

1st Edition: 2007

Published by: Phoenix Books, Hyderabad

Printed by: Haroon Press, Gadi Khata, Hyderabad

Number of copies: One Thousand

Price: Rs. 100/-

# فهرست

# پيش لفظ

پيرومل مهر چند، سنڌي ٻوليءَ جي انهن چند ساڃاهه وند عالمن مان هو، جن ادب سان گڏ ٻين علمن ۾ پڻ بنيادي ڪم ڪيو. سندس ڪيل ڪم جي نتيجي ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ سنجيده موضوعن جا بنياد پيا، جن تي، اڳتي هلي سنڌي ادب ۽ سماجيات جي شاندار عمارت جي اڏاوت ٿي. هڪ باشعور قوم لاءِ اهو تمام ضروري آهي ته اُها مختلف ذريعن سان پنهنجن رهبرن جي خيالن جو بار بار ورجاءُ ڪري. ڇو ته سندن ڪم جي ڦهلاءَ ۾ اسان ۽ اسان جي سياسي ۽ سماجي جيوت جو اَڄپو آهي. هونئن به ادبي شاهڪار، خاص ڪري جيون ڪهاڻيون، اڳاٽي زماني کان ماڻهن جي اُتساهه جو سبب رهيون آهن. ڇو ته انهن ڪهاڻين ۾ ڏنل ڪامياب ۽ ناڪامياب تجربا پڙهندڙن لاءِ سڌاري ۽ سکيا جو موقعو فراهم ڪن ٿا.

پيروِ مل جي جيون ڪهاڻي پڙهڻ سان سنڌي ادب جي واڌ ويجهه، خاص ڪري انگريز دؤر بابت باخبر ٿيون ٿا. ان کان سواءِ ان دؤر جي تضادن، تحريڪن ۽ رجحانن بابت پڻ ڄاڻ ملي ٿي. ان ڪري جيون ڪهاڻيون، خاص ڪري هيءَ جيون ڪهاڻي هڪ طرف محقق کي پروسي جهڙو مواد ميسر ڪري ٿي، ته ٻئي طرف تخليقڪارن، خاص ڪري ناول نگارن لاءِ بنيادي مواد مهيا ڪري ٿي. ڪوبه ناول حقيقت ۾ هڪ دؤر جو ترجمان هوندو آهي، ۽ هي ڪتاب برطانوي دؤر جي سنڌ بابت ڪيترو ئي مواد مهيا ڪري ٿو، جنهن کي فنڪارانه طريقي سان بنياد بنائي هڪ شاهڪار ناول لکي سگهجي ٿو.

هن ڪتاب جو هڪ ٻيو پهلو هي به آهي ته اهو انهن فردن بابت پڻ ٻڌائي ٿو، جيڪي پيرو مل جا همعصر ۽ هم خيال يا مختلف نقطه نظر رکندڙ هئا. اهڙي طرح هي ڪتاب انهن ڪردارن تائين پهچڻ جو پڻ هڪ وڏو وسيلو آهي، جن سنڌي ادب ۽ سماج لاءِ پنهنجو نور نچوئيو.

آخر ۾ محترم تاج جويي جا ٿورا، جنهن وڏي قرب مان هيءُ ڪتاب ڇپائي اشاعت لاءِ فوٽو ڪاپي ڪرائي ڏنو.

19 سيپٽمبر، 2007ع

ظفر جوڻيجو
ڊائريڪٽر
ٽي آر ڊي، حيدرآباد

# ٻه اکر

پيرومل مهرچند جو نالو انهن ادبي معمارن ۾ شامل آهي جن سِرسِر رکي سنڌي ادب جي عمارت کي اڏيو ۽ اُن کي پختگي ۽ زيب بخشيو. پيرومل پنهنجي ڀھوڳمکي پرتيا سان سنڌي اِدب جا جيڪي گهڙا پريا، تنهن لاءِ سنڌ ۽ سنڌي هميشہ سندس ٿورائتا رهندا.

ساهتيه اڪاڊيمي وارن کي قبوليت موڪلڻ وقت مون کي پيرومل مهر چند جي زندگي ۽ ڪاريہ جي ڄاڻ بابت پنهنجي غربت جي تہ خبر هئي، پر ٻاهر ڦهليل اڻ هوند ۽ بدحاليءَ جي ڄاڻ ڪانہ هئم. مون سوچيو هو تہ هيڏو مهان ساهتڪار، جنهن اڌ صديءَ کان بہ وڌيڪ وقت سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪئي ۽ 50 کن ڪتاب لکيا، تنهن بابت ضرور گهڻو ئي حال احوال ميسر هوندو. پر جڏهن ڪم ۾ هٿ وڌم ۽ پيرومل صاحب جي زندگيءَ جو حال احوال هٿ ڪرڻ ۽ سندس ڪتاب گڏ ڪرڻ لاءِ هٿ پير هلائڻ شروع ڪيم تہ ڪر پيم تہ مارا هي تہ اڙانگي ڪم ۾ هٿ وجهي ويٺو آهيان.

هيڏو وڏو اديب ۽ کوجنيڪ، جنهن اسان جي وطن جي تاريخ، ٻوليءَ جي تاريخ، اسان جي قوم ۽ سماج جي تاريخ ويهي جوڙي، تنهن بابت ٻن ٽن ننڍن مضمونن کان سواءِ ٻيو ڪجي هٿ نہ آيم. ٻن ٽن هنڌ پڙهيو هئم تہ پيرومل مهرچند 50 کن ڪتاب لکيا هئا، جن مان منهنجا کي اٺ ڏهہ پڙهيل هئا. جڏهن باقي ڪتابن لاءِ ڳولها شروع ڪيم تہ ڪتاب تہ ڇا، ڏهن ٻارهن ڪتابن کان سواءِ باقي ڪتابن جا نالا بہ نہ ملن.

آخر وڏي مشڪلات سان پيرومل صاحب جي ڪجهہ ويجهن عزيزن جا ڏس پتا هٿ ڪيا ويا. سندس پيرسن نياڻي، جا خود بہ ان وقت 75 کن ورهين جي عمر ۾ هئي، تنهن سان ۽ پيرومل صاحب جي ڏوهٽن ۽ ڪن همعصر اديبن سان

ملاقاتون ڪري سنڌس زندگي ۽ حالات بابت ڄاڻ حاصل ڪئي ويئي. هر طرح جي ماخذن جي قولهہ وجهي، پيرومل جي لکيل اڪثر سمورن - 50 کان بہ وڌيڪ ڪتابن جا نالا هٿ ڪيا ويا ۽ 40 کن ڪتاب تہ جنسي طرح هٿ ڪيا ويا. انهن ڪتابن مان ڪي اندروني شاهديون هٿ ڪري، سنڌس زندگي ۽ حالات بابت وڌيڪ ڄاڻ ميسر ڪئي ويئي. اهڙيءَ طرح هي ڪتاب تيار ڪرڻ لاءِ سامان جڙيو ۽ مڙيئي ٻيڙو اڇي ٻني لڳو.

هيءَ سڄي جاکوڙ اها صورت حال اُگهيان آڻي ٿي بيهاري تہ اڄ پارت ۾ سنڌي ادب ۽ اديبن بابت تاريخن لکڻ جو ڪم ڪيترو نہ ڏکيو ٿي پيو آهي. پراڻا ساهتڪ ۽ حوالن جا ڪتاب، ناپيد ۽ درلڀ ٿي پيا آهن. اگر آهن بہ تہ ڪو ڪتاب ڪنهن شهر ۾ تہ ڪو ڪنهن شهر ۾ ٽڙيو پکڙيو پيو آهي. اگر ڪن سائينءَ جي سنوارين وٽ ڪي ڪتاب آهن بہ تہ اُهي وري انهن مٿان چڙهيو وينا آهن. نکو پاڻ انهن کي ڪم تا آڻين، نکو ڪنهن کي هٿ لائڻ تا ڏين. اهڙيءَ ڏکي حالت ۾ هڪ مرڪزي سنڌي لئبرريءَ جي ضرورت محسوس ڪجي ٿي. ساڳئي وقت اهو بہ ضروري سمجهجي ٿو تہ پنجن فخر لائق ساهتيڪ ۽ سماجڪ هستين بابت ۽ تاريخي وشين تي جيترو جلد ڪتاب تيار ڪرائي سگهجن، اوترو سٺو. ڇو تہ اِگر هينئر ئي ههڙو حال آهي تہ اڳتي هلي تہ حالتون پاڻ وڌيڪ ڏکيون ٿينديون.

ساهتيہ اڪاديميءَ جي هدايتن موجب هي ڪتاب پيرومل بابت ابتدائي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي خواهان پاٺڪن ۽ ڌارين ٻولين جي پاٺڪن کي سنڌيءَ جي هن مهان ساهتڪارن سان واقفيت ڪرائڻ جي مقصد سان لکيو ويو آهي، ۽ انڪري هن ڪتاب ۾ مکيہ زور پيرومل صاحب جي زندگي ۽ تصنيفن بابت معلومات ميسر ڪرڻ تي ڏنو ويو آهي. سنڌس زماني جي مدنظر سنڌس رچنائن جو ملهہ ۽ ماڻ ڇا هو، تنهن تي روشني وڌي ويئي آهي ۽ انهن جو پنر موليانڪن ڪرڻ جي گهٽبي ڪوشش نہ ڪئي ويئي آهي. ان حقيقت کي خيال ۾ رکي، پاٺڪن کي هي ڪتاب ان ئي درشٽيءَ سان ڏسڻ گهرجي.

پيرومل صاحب جي ساهتيڪ پرتيا، سنڌس ڀاشا، ڀاو، شئلي ۽ سنڌس فلسفي وغيره کي مورت روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش طور، وچ وچ ۾ ڪتابن مان ڪي مثالي ٽڪرا پڻ ڏنا ويا آهن.

هي ڪتاب پيرومل مهرچند تي پهريون ڪتاب آهي. جيتوڻيڪ اُن کي بهترين بنائڻ جي هر ڪا ڪوشش ڪئي ويئي آهي، تہ بہ ڪي ڪميون بيشيون ضرور رهجي ويون هونديون، ڇو جو انسان هميشہ خطائن جو گهر آهي ۽ مڪمل ۽ بي عيب فقط ذاتي پاڻ آهي.

هي ڪم سرانجام ڏيڻ ۾ ڪيترن ئي دوستن ۽ رفيقن مون کي جدا جدا طرح جي مدد ڪئي آهي، جنهن لاءِ مان سندن ٿورائتو آهيان.

ڪاڪي پيرومل جي ڏيءَ شريمتي پدما آڏواڻي، ٻرڍ اوستا جي باوجود بہ ٿي ڪلاڪ مون سان گڏ ويهي مون کي پنهنجي پتا جي زندگي ۽ شخصيت بابت حال احوال ڏنو ۽ ڪيترين ناياب ڳالهيون ٻڌايائين. پيرومل صاحب جي ڏوهٽن، خاص طور رام آڏواڻيءَ سهڪار ڏيئي مون سان وڏو وڙ ڪيو. جنهن لاءِ مان پدما آڏواڻي ۽ آڏواڻي ڪٽنب جو تهہِ دل شڪرگذار آهيان.

پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي صاحب، مون سان گوڏو گوڏي سان ملاقي ويٺو ۽ ڪاڪي پيرومل صاحب جي زندگي ۽ حالات بابت ڪيترين ئي ناياب ۽ دلچسپ ڳالهيون ٻڌايائين ۽ سندس ڪي ناياب خط بہ مونکي ڏيکاريائين، جنهن لاءِ دلي طرح سندس ٿورائتو آهيان.

منهنجي پرم متر ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي، پيڙ پوپٽي هيرانندڻي، شري موتيرام رامواڻي، اتم، پروفيسر ڊي. ڪي منشا راماڻي ۽ ڪملا هاءِ اسڪول، ڪاروارن ڪاڪي پيرومل مهرچند جا ناياب ڪتاب مون کي مهيا ڪري ڏنا، جنهن لاءِ مان انهن صاحب جو ٿورائتو آهيان.

هيرو ٺڪر

# ڀڄڻو ساهتڪار

پيرومل مهرچند آڏواڻي سنڌي ٻوليءَ جو مشهور ۽ معروف عالم، اديب ۽ تاريخدان هو، جنهن جي ڳڻپ جديد سنڌي نثر جي معمارن ۾ ڪئي وڃي ٿي. هوَ هڪ ڀڄڻو ليکڪ هو، جنهن ڪهاڻي، اپنياس، ناٽڪ، مضمون، شعر، اَدبي تنقيد ۽ ٻال ساهت وارن ڪيترن ۾ تہ يوگدان ڏنو، پر هن سنڌيءَ ۾ تاريخ ۽ کوجنا جي ڪيتر ۾ جيڪو ڪمُ سرانجام ڏنو، اُن کي هڪ منفرد ۽ ممتازُ حيثيت حاصل آهي. ائين تہ سندس ٿي دؤر ۾ مرزا قليچ بيگ، لالچند امر ڏني مل،ڄيٺمل پرسرام ۽ پرمانند ميوارام جهڙن سندس همعصر ليکڪن بہ ادب جي جدا جدا صنفن تي قلم آزمائي ڪري، پنهنجو جوهر ڏيکاريو. پر جيستائين سنڌيءَ ۾ کوجنا ۽ اتهاس واري ساهت جو واسطو آهي، ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ ڪاڪو پيرومل ان ڪيتر ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هڪ کوجنيڪ ۽ تاريخدان جا مڙيوئي گڻ هن ۾ هئا. هو هڪ اورچ شخص هو. سندس مشاهدي جي قوت تمام تيز هئي ۽ سندس اڀياس وسيع ۽ گهرو هو.

سنڌي زبان تي پيرومل کي خاص عبور حاصل هو. مولانا غلام محمد گراميءَ موجب سندس جهڙو سنڌي زبان جو ڄاڻو وري پيدا نہ ٿيو آهي! سنڌيءَ سان تعلق رکندڙ ٻولين سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ماهر هو ۽ فارسي ۽ عربيءَ جو بہ چڱو ڄاڻو هو.

سنڌ، سنڌي جاتي، سنڌي ٻولي، سنڌ جي سڀيتا ۽ سنسڪرتي، ان جي تاريخ، جاگرافي، سنڌ جي ٻرن ٻحرن جا سئر سفر سندس پيارا وشيہ هئا، جن جو هن تمام گهرائيءَ سان اڀياس ڪيو هو. پنهنجي سنڌ وطن ۽ ان جي هر شيءِ سان ڪيس انتهائي پيار هو، جنهن جي قدرشناسي ڪندي سنڌين جي برک مفڪر ۽

عالم شري محمد ابراهيم جويي، ڀيرومل مهرچند جي "قديم سنڌ" ڪتاب جي اڳياڙيءَ ۾ بلڪل صحيح لکيو آهي تہ:

هن صاحب (ڀيرومل) کي پنهنجي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ بي پناهہ عشق هو. انهيءَ عشق جو اظهار هن پنهنجي اڻٿڪ قلم ذريعي ڪيو. جنهن سنڌ ۽ سنڌين کي اُهو ڪي ڏنو آهي، جنهن لاءِ سنڌ صدين تائين سندس شڪرگذار رهندي. سرڳواسي ڀيرومل کي سنڌي نثر ۾ هڪ امتيازي مرتبو ۽ انفرادي اسلوب هو. سندس هر تصنيف سندس انتهائي خلوص ۽ فدائيت جو پنهنجي جاءِ تي هڪ لاجواب دليل آهي. (2)

ڀيرومل مهرچند پنهنجي 75 سالن جي زندگيءَ دوران اٽڪل 50 سال پنهنجي مادري زبان ۽ ان جي ادب جي خدمت ڪئي ۽ ان عرصي دوران هن ڪي 50 کن ننڍا وڏا ڪتاب لکيا. جن مان ڪيترا تہ اڄ بہ سنڌي ادب جو شان ليکيا وڃن ٿا. هن ساندهہ سالن جا سال نور نچوئي، سوين ڪتابن جو گهرو اڀياس ڪري، آتال پاتال مان حوالا ۽ شاهديون هٿ ڪري، اَڻٿڪ ڪوشش وٺي، "قديم سنڌ"، "سنڌ جي آڳاٽي تاريخ"، "سنڌي هندن جو احوال"،"سنڌ جي هندن جي تاريخ" (ٻہ ڀاڱا) "سوڍن جي صاحبي ۽ راڻن جو راڄ" ۽ انگريزيءَ ۾ "موئن جو دڙو" جهڙا تاريخي ڪتاب لکيا.

سنڌي ٻوليءَ جي اڀياس جو تہ هو شيدائي هو. ٻوليءَ جي تاريخ ۾ خود اونهو وڃي ۽ ديسي ۽ وديشي ودوانن جي سنڌي ٻوليءَ بابت لکيل ڪتاب ۽ ليکڪن جو اڀياس ڪري، اُنهن مان حوالا هٿ ڪري، "سنڌي ٻوليءَ جي اڀياس" لاءِ اڄ تائين هڪ ملهائتو ڪتاب ليکيو وڃي ٿو.

وياڪرڻ، شبدن جي ويتپتي، پهاڪن ۽ چوڻين گڏ ڪرڻ جو ڪم ۽ اُنهن جي بڻ بنياد بابت کوجنا ڪرڻ جهڙا خشڪ ۽ جاکوڙ وارا ڪيتر، جن ڏانهن اڄ تائين سنڌي اديبن جو ڌيان نسبتاً گهٽ پئي رهيو آهي، تن ڪيترن ۾ اڄ کان مٿي صدي کن اڳ، سنڌي نثر جي پهرياتي دؤر ۾ ئي هن سرويچ ساهتڪار وڏي محبت ۽ محنت سان بنيادي ڪم ڪيو ۽ جنهن ڏن ۽ ڌيان سان هن اُهو اهم ڪم سرانجام ڏنو، تنهن جو ذڪر سونهري اکرن ۾ تيڻ لائق آهي.

ڀيرومل مهرچند ٻهوُمکي ليکڪ هو، جنهن نہ فقط گوناگون موضوعن تي

لکيو، بلڪ ادب جي هر شاخ تي پڻ قلم آزمائي ڪئي. سندس ٻہ قصا "آنند سندريڪا" ۽ "موهني ٻائي" سنڌيءَ ۾ اصلوڪن ناولن جي شروعاتي ڪوشش ۾ شمار ٿين ٿا. قصا ڪهاڻيون لکڻ جو سندس مقصد سماجي ۽ پنگتي خرابين ۽ اوڻاين جي اوگهڙ ڪرڻ ۽ آدرش ۽ مثالي شخصيتن کي اڀاري، سماج لاءِ ڪي ماڻ ۽ مثال قائم ڪرڻ هو. ساڳئي مقصد سان هن ڪي ناٽڪ بہ لکيا، جو تن ڏينهين ناٽڪ سماجڪ براين ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ ۽ انهن خلاف عوام ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ ۽ تخليقي اظهار جو هڪ اثردار ذريعو هوندا هئا. پيرومل جي ڀهومکي پرتڀا ان مان بہ ظاهر آهي، جو سماجي ۽ تاريخي وشين تي لکيائين، پر جاسوسي ڍنگ جي ناولن ۽ ڪهاڻين تي بہ طبع آزمائي ڪري "وريل ۽ نعمت" جهڙا يادگار جاسوسي ناول لکيائين، جيڪي ورهين تائين لوڪپريہ رهيا ۽ ور ور ڪري انهن جا ڇاپا نڪتا.

پيرومل ٻال ساهتيہ جي کيتر ۾ بہ جيڪو ڪم ڪيو، ان کي بہ بنيادي ڪم واري حيثيت حاصل آهي. ان زماني ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ جو رواج اڃا تازو ئي پيو هو. ننڍڙن ٻارن لاءِ سولي، سنڌي سنواتي ٻوليءَ ۾، ونداڻيندڙ ۽ سکيادار ڪهاڻين، ڪوتائن وغيره جي گهڻي ضرورت هئي. پيرومل ان ضرورت کي سڃاتو ۽ ٻارن لاءِ ڪيترين ئي مزيدار ۽ سکياداٿڪ رچنائون سنڌي سادي ٻوليءَ ۾ ميسر ڪيائين. نہ فقط اصلوڪيون رچنائون رچيائين، پر انگريزي، هندي اردو وغيره ٻولين جون معياري ۽ اوچ قسم جون رچنائون ٺيٺ سنڌيءَ ۾ آڻي پڻ اها کوٽ پورائين.

پيرومل مهرچند فقط ننڍن ٻارن لاءِ ئي نہ، اسڪول جي مٿين درجن ۽ ڪاليجن جي وديارٿين جي ڏانوَ جا مضمون، ڪهاڻيون ۽ شعر پڻ لکيا. هن مشهور ۽ مقبول اديبن جي رچنائن جا انتخاب تيار ڪري، درسي ڪتابن واري کوٽ جو بہ پوراءُ ڪيو.

پيرومل صاحب جيترو اصلوڪو ساهتيہ لکيو، سو پنهنجي ليکي ڪنهن ليکڪ کي، ڪنهن بہ ساهتيہ ۾ زنده جاودان رکڻ لاءِ ڪافي هو. پر هن کي لکڻ ۽ معياري ساهتيہ پاڻ پڙهڻ ۽ ٻين لاءِ ميسر ڪرڻ جي اهڙي ڪا لوري لڳل هئي، جو اصلوڪا ڪتاب لکڻ ڌاران، هندستان ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جي امر ۽ شاهڪار گرنٿن کي پڻ سنڌيءَ ۾ آڻي، سنڌي ادب جي خزاني کي پورائين.

سندس ترجمو ڪيل ڪتابن ۾ "گولن جا گوندر" (انڪل ٽامز ڪئبن) ۽ "طلسم" (ٽالز من) خاص ذڪر لائق آهن. سندس ترجمو ڪيل ڪتاب مان بہ اصليت جو هڳاءُ پيو اچي. سندس ڪيل ترجما، ترجمي جي فن جو اعليٰ مثال آهن.

پيرومل مهرچند جو ساهتيڪ يوڳدان هڪ سهڻي سوپيا وان ڦلواڙيءَ جيان آهي، جنهن ۾ طرح طرح جا سهڻا ۽ سرهاڻ ڀريا گل ۽ ٻوٽا موجود آهن. سندس لکڻيون ڪوجنا جي ڪلا، سنڌيت جي سرهاڻ ۽ سلوڻي سپڪ ۽ ٺيٺ سنڌي ٻوليءَ جو سندر سنگم آهن.



# زندگي ۽ شخصيت

پيرومل مهرچند جو جنم 1875ع ڌاري حيدرآباد سنڌ ۾ آڏواڻي خاندان ۾ ديوان مهرچند آئلمل جي گهر ۾ ٿيو. اهو هڪ وڏو تضاد ڇڪيو جو اهو شخص، جنهن سڄي عمر جاکوڙ ڪري، نور تڇوئي، پنهنجي وطن جي، جاتيءَ جي، ٻوليءَ جي ۽ جدا جدا ماڻهن جي آکهين ۽ ذاتين، بابت، ڪٿان ڪٿان هزارين سالن جا حال احوال هٿ ڪري، انهن بابت وڏيون وڏيون تواريخون ويهي جوڙيون، خود ان شخص بابت اڄ اسان وٽ گهٽ احوال ميسر نہ آهي. سندس همعصرن مان ڪنهن بہ سندس زندگيءَ ۽ شخصيت تي تفصيلي طرح تہ ڇا، ڪا بنيادي معلومات بہ قلمبند نہ ڪئي آهي. پيو تہ ڇڏيو، ڪٿي سندس جنم جي مڪمل تاريخ بہ ڇاڻايل نہ آهي. اتي ايمرسن جو اهو قول بلڪل سچو لڳي ٿو تہ:

"مهان پرتيا شالي پرشن جون جيونيون تمام مختصر ٿين ٿيون. سندن ويجها ماڻٽ سندن بابت اوهان کي ڪجهہ ٻڌائي نہ سگهندا. اهي پنهنجن رچنائن ۾ زندهہ رهيا آهن، انڪري سندن گهرو ۽ گهمڻ گهتڻ واري زندگي معمولي ۽ عام رواجي رهي آهي."

پيرومل پاڻ "سنڌي هندن جي تاريخ" ڀاڱو ٻيهريون ۾ پنهنجي بابت جيڪو مختصر احوال درج ڪيو آهي، سو ئي واحد مستند لکيت ماخذ آهي، جنهن مان سندس زندگي ۽ شخصيت جي ڪن پهلن بابت خبر چار ملي ٿي ۽ پيرومل بابت لکندڙ اڪثر ليکڪن ان احوال تي ئي پٽي ياڙيو آهي.

پيرومل مهرچند "سنڌي هندن جي تاريخ" ڀاڱو ٻيهريون ۾ پنهنجي بابت هينئن لکيو آهي:

"96-1895ع ۾ 20 ورهين جي ڄمار ۾ مان سالٽ (لوڻ) ۽ ايڪسائيز کاتي ۾ 25 رپين جي پگهار تي مقرر ٿيس."

اِن مان ائين سمجهي سگهجي ٿو تہ پيرومل جو جنم سنہ 1875ع ۾ ٿي ڪنهن وقت ٿيو. سندس لکڻ موجب سندس ڏاڏو ديوان آئلمل اجومل مختيارڪار هوندو هو ۽ سندس (پيرومل جو) پتا ديوان مهرچند آئلمل سيٽلمينٽ کاتي ۾ هيڊ منشي هو، جتان 1888ع ۾ رٽائر ڪيائين.

حيدرآباد (سنڌ) جا آڏواڻي، جن جي نک مکھؤ کتري آهي، سي اصل اروڙونسي آهن. سندن وڏو ڏاڏو ديوان آڏو مل کلومل ولد جسومل اصل لوهپور ملتان جو ويٺل هو ۽ ميان نورمحمد ڪلهوڙي سان هن جي شمشير زن طور سنڌ ۾ ويو هو. آڏومل پهرين پنجابين مان پرڻيو هو. گهر واري گذري ويس تہ ديهہ نئي تعلقي نوشهرو فيروز مان سيٺ آڏومل جي گهر مان ٻي شادي ڪيائين. سهري ۽ ناني ٻنهي جو نالو آڏومل هو. ان آڏومل جي نالي سان ٿي آڏواڻين جي آکھ قائم ٿي.

پيرومل هڪ نيڪ خيال ۽ آدرشي ڪٽنب ۾ پليو ۽ نپنو. سندس پتا ديوان مهرچند هڪ پڙهيل ڳڙهيل، نيڪ دل ۽ خدا ترس شخص هو. هو 40 روپيا ماهوار پگهار تي هيڊ منشي هو. رٽائر ڪيائين تہ 20 رپيا ماهوار پينشن مليس، پر پوءِ سندس هڪ وڏي آفيسر شري گلبرٽ ڪو پريچ ڪيس هڪ سؤ ايڪڙ زمين بنا مالڪاڻي جي انعام طور وٺي ڏني. شري مهرچند سان گڏ سندس ٻن سؤٽن ديوان خوبچند ننديرام آڏواڻي ۽ منشي واڌومل بدلداس آڏواڻيءَ بہ پينشن ورتي هئي ۽ ٽي ئي سؤٽ گڏجي نيڪا ڪٽندا هئا.

ديوان مهرچند جي نيڪي ۽ پليءَ هلت جي ڄاڻ ان مان پوي ٿي تہ جڏهن پهرين سندس هڪ سؤٽ ۽ پائيوار ديوان واڌومل گذاري ويو تہ هُو ۽ سندس ٻيو سؤٽ سرڳواسيءَ جي ٻارن ٻچن جي پالنا لاءِ ڏنڊي ۾ سندس حصو پٽي قائم رکندا آيا. وري جڏهن ديوان مهرچند جو ٻيو سؤٽ پائيوار ديوان خوبچند گذاري ويو تہ ان بعد هو پنهنجن ٻنهي سرڳواسي سؤٽن جي نالي ۾ حصو هر ٺيڪي ۾ قائم رکندو ايندو هو، جو هنن جي گهر ٻار ۽ اولاد جي پالنا لاءِ ڏيندو هو. ديوان مهرچند آئلمل 1905ع ۾ گذاري ويو.

پيرومل نہ فقط هڪ پڙهيل ڳڙهيل، نيڪ ۽ خدا ترس پتا جي سايي ۾ پليو ۽ وڏو ٿيو پر سندس وڏو ڀاءُ شري ٽانورداس مهرچند پڻ هڪ نيڪ هلت ۽ نيڪ فهم وارو الله لوڪ شخص هو. هو پهرين حيدرآباد سنڌ جي ميونسپل اسڪول

۾ نائب ماستر هوندو هو. جوانيءَ ۾ ٿي سندس اکين جي جوت ويندي رهي، جنهنڪري ماستري ڇڏي ڏنائين. هن جو سنتن ۽ صوفين سان مڙئي گهڻو رستو هوندو هو. سائين ڪيسورام سپاهيملاڻي ۽ سائين هريرام صوفيءَ سان سنگ هوس، ۽ پوءِ وري ڀائي غريبداس پيچ واري جي سنگ ۾ آيو. ايئن سنتن جي سنگ ۾ پاڻ به سنت ٿي پيو. ڪاڪو پيرومل لکي ٿو ته سندس اهو نيم هوندو هو ته ڏينهن جو ننڊ ڪندو هو ۽ سڄي رات جاڳي ايشور جو ڌيان ڌاريندو هو. (2)

ڪيترا وڏا وڏا ماڻهو- راءِ صاحب، ڪليڪٽر، ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ مختيارڪار وغيره ٽانورداس جي درشن لاءِ ويندا هئا. هو صاحب 1929ع ۾ 60 ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. پيرومل کي پنهنجي مربي پياءُ ٽانورداس لاءِ وڏي عزت هئي.

پيرومل جي ٻالاپڻ ۽ سندس تعليم تربيت بابت گهڻو احوال مهيا نه آهي. البت ”غريب اللغات“ ۾ پاڻ لکيو اٿائين ته سندس ثانوي (سيڪنڊري) تعليم حيدرآباد سنڌ جي مشهور اسڪول يونين اڪيڊميءَ ۾ ٿي هئي. اتي ساڌو هيرانند، شوقيرام آڏواڻي ۽ سندس پياءُ ديوان تارا چند شوقيرام آڏواڻيءَ کان ٻي تعليم وٺڻ سان گڏوگڏ، هو شاهه لطيف جو ڪلام پڻ پڙهيو هو.

پيو هڪ سندس ماستر، جنهن جو ذڪر ڪيو اٿس، سو سائين هريرام سپاهيملاڻي هو، جنهن ڪيس ۽ پڻ سندس وڏي پياءُ شري ٽانور داس کي به پڙهايو هو.

ساڌو هيرانند لاءِ پيرومل کي وڏي عزت هئي ۽ سندس ذڪر گهڻي عزت ۽ احترام سان ڪيو اٿائين. هن جو ”هيري جو ڪٽيون“ نالي مضمونن ۽ درشٽانتن جو ڪتاب، جو پاڻ ايڊٽ ڪري ڇپارايائين، تنهن ۾ ڪيس ”سچو هيرو“ ڪري سڏيو اٿائين ۽ سندس هر مضمون کي ”هيري جي ڪٽي“ ڪري سڏيو اٿائين. ساڌو هيرانند ڏانهن پنهنجي شرڌا ظاهر ڪندي، ان ڪتاب ۾ لکيو اٿائين ته، ”ساڌو هيرانند کي سڄي سنڌ سڄاڻي ٿي ۽ گهڻي عزت ڏئي ٿي. هن صاحب جيڪي ديس جا گهڻا پريا، سي ڪنهن کان ڳجها نه آهن. هن جيڪي ڪي لکيو سو ننڍن ۽ وڏن جي ڌيان تي آڻڻ جوڳو آهي...“ (3)

پيو هڪ شخص، جنهن ڪچيءَ عمر ۾ پيرومل جي من کي متاثر ڪيو، سو هو

ماستر مولچند چتواڻي، جو سندس پاءُ ٽانورِ داس سان گڏ حيدرآباد سنڌ جي قلعي واري ميونسپل اسڪول ۾ ماستري ڪندو هو. پيرومل پنهنجي پاءُ جي معرفت هن جي سنگ ۾ آيو. پيرومل ۾ راڳ لاءِ چاهه ۽ شعرن جوڙڻ ۽ ڪتابن لکڻ لاءِ چاهه ماستر مولچند وڌايو. پيرومل، سندس مربي پاءُ ٽانورِ داس ۽ ماستر مولچند جي، ڪنهن وقت ۾ اصل ڄڻ ته ٽه ياري هوندي هئي. ماستر مولچند کي ياد ڪندي پيرومل لکيو ته:

"سنه 1890ع کان 1894ع تائين اسان جو اهو نيم هوندو هو ته ڏهاڙي سج لٿي مهل سپاهيملاڻي گهٽيءَ ۾ سائين ڪيسورام ۽ سائين هريرام صوفيءَ جي ٽڪاڻي ۾ ڪٿا ٻڌڻ ويندا هواسين. آرتي ٿي رهندي هئي، تنهن ڪانپوءِ ماستر مولچند يڪتارو کڻي صوفياڻو ڪلام ڳائيندو هو، ته چڱي موج مچندي هئي. سائين هريرام ڪيڏانهن به ٻاهر ويندو هو ته ماستر مولچند کي ڀڄن پاءُ ڪرڻ لاءِ ساڻ کڻندو هو. ماستر صاحب مون کان پنج ورهيه کن وڏو آهي، ته به اڄ تائين الحان عمدو اٿس ۽ چڱو ڳويو آهي. شعر جوڙڻ جي ڏات به اٿس. سندس سنگ ۾ مان ننڍڙي عام موسيقي (سنگيت وديا) مان ڪجهه واقف ٿيس ۽ شعر جوڙڻ ۽ ڪتابن لکڻ جو چاهه به سندس سنگ ۾ وڌيم، جنهن ڪري اڄ تائين ماستر صاحب سان منهنجو پاٽرن جهڙو رستو آهي.(4)

متي مائٽيءَ جي خيال کان ڪاڪو پيرومل سنڌيءَ جي پرسڌ ناٽڪ ڪار پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، شاهه جي رسالي تي ڪم ڪندڙ عالم پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي ۽ پرسڌ تعليم دان بئريسٽر هوتچند آڏواڻيءَ جو سنبنڌي هو. انهن مان پهرين ٻن صاحبن سان ته بعد ۾ آدبي دوستن وارا لاڳاپا به رهيس، جن کي انهن ٻن صاحبن ليکن ۾ ۽ ٻيءَ طرح ياد پئي ڪيو آهي.

ڪاڪو پيرومل پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي ناني شري سچانند آڏواڻيءَ جو ننڍو سؤٽ هو ۽ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي وري ڪاڪي پيرومل جي ڏاڏي جي پاءُ ديوان ڪشنچند اجومل جو پوٽو هئڻ سبب هن جو ننڍو سؤٽ لڳي. بئريسٽر هوتچند به ڪاڪي پيرومل جو ڏورانهون سؤٽ لڳي.

ڪاڪي پيرومل جي ڌيءَ شريمتي پدما آڏواڻي، جا هن وقت اٽڪل 75 ورهين جي آهي ۽ ماهيم رهي ٿي، تنهن جي چوڻ موجب پيرومل مئٽرڪ تائين تعليم

ورتي هئي. هن جيتوڻيڪ دستوري تعليم جون ڪي وڏيون ڊگريون هٿ نہ ڪيون هيون، تہ بہ هو لاشڪ وڏي علم ۽ دانش جو مالڪ هو. سندس اندر جي سُوجهہ چڱي تيز هئي ۽ مشاهدي جي قوت بہ ٻين کان سرسيري هئس. هردم اکيون ۽ ڪن کولي هلندو هو. سير سفر جو شوقين هو. وري جو ايڪسائيز کاتي ۾ ملازمت دوران ڪم سانگي يا بدلين سبب جدا جدا هنڌن ڏانهن وڃڻ، اهي هنڌ ڏسڻ ۽ اتي رهڻ جو موقعو مليس، سا ڳالهہ سندس لاءِ وڏي نعمت ثابت ٿي ۽ ذري گهٽ سڄي سنڌ جو سير سفر ڪري، ان جي جدا جدا علائقن جي قدرتي بناوت، جاگرافي، ماڻهن جي رهڻي ڪرڻي، ريتن رسمن بابت وسيع ڄاڻ حاصل ڪيائين. سندس عقيدو هوندو هو تہ، سير ۾ تعليم آهي، پر جو اکيون کولي نہ هليو، تنهن جهڙو سير ڪيو، تهڙو نہ ڪيو. سچو سيلاني سدائين اکيون کولي هلي ٿو ۽ هيءَ ساري قدرت جا کليل ڪتاب جي مثل آهي، تنهن جو هر هڪ جزو چڱيءَ ريت جاچي، خسيس خسيس ڳالهين مان بہ وڏا وڏا سبق سکي ٿو. (5) ڀيرو مل قدرت جي ڪتاب مان وسيع ڄاڻ حاصل ڪئي. سندس ان ڄاڻ جو عڪس سندس لکڻين ۾ جابجا نظر اچي ٿو.

تاريخ سان بہ ڪو فطري لڳاءُ هوس. سنڌ جي جاڪمن، وڏ وڏيرن، صوفي سنتن ۽ درويشن جا تذڪرا هجن يا شهرن، بندرن، ندين ۽ بريتن جي نشيب و فراز جا داستان هجن، جاتين، قومن ۽ قبيلن جي اصل نسل جي وچور هجني يا وري ٻولين جي آغاز ۽ انهن جي پاڙ ۾ لاڳاپن جي تاريخ هجي، انهن ۾ ايترو تہ اونهو ويو، جو هزارين سالن جا اتهاس کولي پڌرا ڪيائين. اورچ ۽ جفاڪش بہ پنهنجي قسم جو هو. شري ڪيرت ٻاٻاڻي لکي ٿو تہ، "47-1946ع واري زماني ۾ هو ڪنهن سڄڻ سان گڏجي، ڪاڪي ڀيرومل جي مڪان تي ويو. هو صاحب تمام وڏي آورجا تي رسي چڪو هو ۽ ڪافي پيرسن تي لڳو. شايد پوري نرت بہ ڪانہ ٿي پيس ۽ پنهنجي آخري ڪتاب "سنڌي هندن جو احوال" (صحيح: سنڌ جي هندن جي تاريخ) تي اجا نور نچوئي رهيو هو. ڳالهين مٿان ڳالهيون ڪندي، هن ڪان رهيو نہ ٿيو، مون کي اڻ سڃاتل سمجهي، مون کان منهنجي آکهہ پڇيائين. جڏهن اهڙي آکهہ کي پنهنجي ڪتاب ۾ درج ٿيل نہ ڏٺائين تہ مون کي چيائين، "مدد ڪر تہ مان تنهنجي آکهہ جو بنياد ڳولهي ڪيان ۽ ان جو سربستو احوال لکان." اهڙي هئي سندس وفائي پنهنجي ڪاريہ ڏانهن.

فقط سنڌ، ان جي ماڻهن ۽ ان جي تاريخ ۾ ئي دلچسپي ڪانہ هئس، پر هندستان، قديم هندستان، ڀارت ورش (آريہ ورت) جي قديم تاريخ، تهذيب ۽ تمدن جي آغاز، آرين جي اصلوڪي ماڳ ۽ اهڙن بيشمار تاريخي معاملن ۾ بہ دلچسپي هئس، هو اَٽڪ جڳياسو هو. علم انسانيات (Anthropology) هجي، يا علم آثار (Archaeology) هجي، علم لسانيات (Linguistics) هجي يا علم الهند (Indology) هجي، هر شعبي ۾ سندس دلچسپي هئي. هر شعبي جو اڀياس ڪيائين ۽ ان بابت وڏ ۾ وڏ ڄاڻ حاصل ڪري، سنڌيءَ ۾ ان تي ڪتاب لکي، سنڌي علم ادب کي مالامال ڪيائين.

سنڌي لغت يعني لفظن ۽ انهن جي معنائن تي بہ وڏو عبور حاصل هوس. ان ڏس ۾ کيس ماهر ڪري ليکيو ويندو هو. اهو ئي سبب هو، جو ورهاڱي کان اڳ، "سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" جنهن جي جاءِ تي بعد ۾ هاڻوڪو "سنڌي ادبي بورڊ" وجود ۾ آيو آهي، تنهن جڏهن "جامع سنڌي لغات" تيار ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو تہ انهيءَ لاءِ جيڪا ايڊيٽوريل ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، تنهن ۾ جيڪي چار ماهر ڪنيا ويا، تن ۾ ڀيرومل مهرچند بہ هو. ٻيا ماهر هئا: شري عثمان علي انصاري، شري لالچند امر ڏنو.مل ۽ مولوي دين محمد وفائي. انهيءَ ڪاميٽيءَ پهرين ڇئن اکرن (الف، ب، ٻ ۽ ڀ) تائين ڊڪشنريءَ جو ڪم پورو ڪيو هو. شري عثمان علي انصاريءَ جي چوڻ موجب، جنهن جو شري موتيرام راموائيءَ هڪ ليک ۾ ذڪر ڪيو آهي،(6) ڊڪشنريءَ جي ان ڪم تي سڄي ۽ سچي محنت شري ڀيرومل مهرچند ۽ شري لالچند امرڏني مل ئي ڪئي هئي، ڇو جو انصاري صاحب ۽ مولوي وفائي صاحب جو ان ڪم ڏانهن چاهہ ۽ لاڙو گهٽ هو. اهو ئي سبب آهي جو ورهاڱي بعد جڏهن سنڌي ادبي بورڊ، ڊڪشنريءَ جي ڪم لاءِ جڏهن انصاري صاحب ۽ مولوي وفائي صاحب کي هڪ هزار رپيا اُجوري طور ڏنا تہ انصاري صاحب چيو ڀيرومل ۽ لالچند طرف هٿ ڪري ڪيو تہ "اسان کي تہ هڪ هڪ هزار رپيا مليا، پر جن صحيح معنيٰ ۾ ڊڪشنريءَ لاءِ ڪم ڪيو، تن کي اُجورو پلئہ نہ پيو."، ۽ اهو سوچي هن صاحب اهو معاملو سنڌي ادبي بورڊ جي اُن وقت جي سيڪريٽري شري محمدَ ابراهيم جويي سان ڪنيو ۽ ڀيرومل مهرچند ۽ لالچند امرڏني مل لاءِ بہ ساڳيو هڪ هڪ هزار رپين جو اُجورو منظور ڪرايو. اها ٻي

ڳالھ آھي تہ پيرومل صاحب تيستائين راھ رباني وٺي ويو ھو ۽ سندس گھر واريءَ بعد ۾ انھيءَ رقم وٺڻ لاءِ اختياري پنھنجي نانيءَ کي موڪلي، جو صاحب تن ڏينھن ڪراچيءَ ۾ ٿي رھندو ھو. سنڌي ادبي بورڊ تہ پنھنجو پاڻ موڪيو پر پيرومل پنھنجي محنت جو اجورو پاڻ ماڻي نہ سگھيو.

پيرومل صاحب سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جو شروع کان وٺي ميمبر بہ رھيو ھو. بعد ۾ ھو ان مرڪزي بورڊ جو ڪجھ وقت لاءِ وائيس چيئرمين بہ ٿي رھيو. بورڊ جي ماھوار رسالي "مھراڻ" جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر بہ ھو. ھو جتي جتي ۽ جنھن بہ عھدي تي رھيو، پنھنجي محنت ۽ اورچائيءَ سان اتي پنھنجي اَمٽ ڇاپ ڇڏيائين.

پر سنڌ ۽ سنڌين پنھنجي ھھڙي چوٽيءَ جي ودوان ۽ ٻھڳڻي ليکڪ جو ايترو قدر ڪونہ ڪيو، جنھن جي ھو لائق ھو. اھا ڳالھ اڄ بہ محسوس ڪجي ٿي ۽ ان وقت بہ محسوس ڪئي ويندي ھئي، جڏھن پيرومل صاحب اڃا حيات ھو.

ورھاڱي کان اڳ، جڏھن سنڌ سرڪار ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي کي "شمس العلما" جو لقب عطا ڪيو، پر ڪاڪي پيرومل جھڙي سنڌيءَ جي بي مثل کوجنيڪ، اعليٰ اديب، ٻوليءَ جي ڄاڻو ۽ قديم سنڌ جي حالات جي ماھر ۽ تاريخ نويس جو ڪو قدر نہ ڪيو ويو تہ "سنڌو" رسالي جي ايڊيٽر، "سنڌوءَ" جي آگسٽ 1941ع واري پرچي ۾ مجبور ٿي ھڪ ايڊيٽوريل لکيو ھو، جنھن ۾ ھن ڪجھ ھن طرح جا جذبا ظاھر ڪيا ھئا: "ھن وقت تائين پيرسن اوستا ۾ جنھن اورچائيءَ سان ھُو (پيرومل) پورھيو ڪندو رھي ٿو، سا ڳالھ ڪنھن ذڪر جي محتاج نہ آھي. سنڌي ٻوليءَ جي جيتري ڄاڻ پيرومل کي آھي، اوتري ٻئي ڪنھن کي ورلي ھوندي. سرڪار کي جڳائي تہ پيڇاڙيءَ جي اوستا ۾ ھن علم جي ستاري جي قدرداني ڪري پنھنجي انصاف ۽ حق پرستيءَ جو ثبوت ڏئي... سندس لکيتون جي ڪنيون ڪجن تہ سنڌ جي ڪھڙي بہ ليکڪ کي شھ ڏيئي ويندڙيون."

پيرو مل صاحب جي معتقدن تہ گھڻيون ئي گھرون ڪيون، پر بقول شري موتي لال ٻتاڻي (جج) جي، "سنڌ سرڪار بہ اڪيائي واري نيتي ھلندي رھي ۽ ھن بي بھا ھيري جو ڪو قدر نہ ڪيو ويو."

پر "قدر" يا "بيقدري" اهي ڪي لقب ملڻ سان يا دنيوي انعامن اڪرامن سان نٿا ٿين. سڀ کان وڏو انعام ماڻهوءَ جو پنهنجو ڪارج ٿئي ٿو ۽ پيرومل صاحب اهڙو ۽ ايترو ڪارج ڪيو، جنهن ڪي اڄ به ۽ ايندڙ وقت ۾ به "يادگار حيثيت" رهندي.

روزگار:

پيرومل 96-1895ع ۾ 20 ورهين جي ڄمار ۾ سالٽ (لوڻ) ايڪسائيز کاتي ۾ 25 رپيا ماهوار پگهار تي ملازم طور مقرر ٿيو. ان کاتي ۾ جملي 28 سال ڪم ڪيائين، جنهن جو ڪجهه عرصو ماريپور واري لوڻ جي کاڻ واري هنڌ تي رهيو، جيڪا ڪراچيءَ کان ٽي ڪوهه پري اتر طرف هوندي هئي ۽ اوڏانهن سمنڊ ۽ خشڪيءَ رستي وڃي سگهبو هو. بعد ۾ پيرومل جي اتي ملازمت وارن ڏينهن ۾ ئي ڪراچيءَ کان ماريپور تائين موٽر لارين لاءِ پڪو رستو به جڙيو. ماريپور ۾ لوڻ کاڻ جي انسپيڪٽر جي آفيس ۽ بنگلو ۽ ڪلارڪن ۽ پٽيوالن جون جايون مٽي، ٺڪريءَ تي هونديون هيون ۽ پيرومل به اتي رهندو هو. پاڻ لکيو اٿس ته انسپيڪٽر جو بنگلو ۽ ڪلارڪن وغيره جون جايون بلڪل کليل ۽ هوادار هونديون هيون. انهن ۾ هوا اهڙي ته لڳندي هئي، جو ڪپڙا پيا اڏامندا هئا ۽ سمنڊ جي مٺيءَ هير تي ننڊ پئي ايندي هئي. وڌيڪ لکي ٿو ته "سنگت سا سٺي هجي، ته ماريپور فرحتي هنڌ آهي. آبهوا به اهڙي سٺي آهي جو جيڪي کاءُ سو هضم." البت پاڻي اتان جو ٻاڙو هو. پر انسپيڪٽرن ۽ عملي لاءِ پيئڻ جو مٺو پاڻي ڪراچيءَ مان اتي ويندو هو. روز سرڪاري پٽيوالو ٽپال کڻي ڪراچيءَ ويندو هو ۽ شام جو ٽپال وٺي موٽي ايندو هو. هڪڙو ڊار ماڻهو ٽيوڻ ٽلهي لاءِ رکيل هو، جنهن ڪري ماريپور وارا سڀ ملازم سکيا سهنجا هئا.

سنه 1902ع ۾ جڏهن سمنڊ ۾ اٿل اچڻ سبب لوڻ کاڻ سڄي ٻڏي ويئي، ان وقت ڪيترائي ڏينهن پيرومل کي جهنگ جي مريري تي گذران ڪرڻو پيو. نوڪر به ڪونه هوس ۽ رستا به برسات ۽ سمنڊ جي اٿل سبب ٻڏل هئا. تنهنڪري شيءِ شڪل گهرائڻ ۾ تڪليف ٿيندي هئس، جا ڏکي حالت پنهنجي موجي سڀاءَ موجب هڪ غزل ۾ بيان ڪئي اٿس:

هاءِ ارمان حال منهنجي واءِ ارمان هاءِ هاءِ
هوش حيران آهہ سيوئي حال ويران هاءِ هاءِ
ڪاڻ ساري ناس ٿيڙي نا ذرو ڪو لوڻ جو
يار ويڙا ڏار ٿيڙا آءَ جابان هاءِ هاءِ

ايڪسائيز ڪاتي ۾ پيرومل 96-1985ع ۾ 25 رپيا ماهوار پگهار تي ڪلارڪ ٿي گهڙيو ۽ اتي 28 سال نوڪري ڪري، انسپيڪٽر جي درجي کي رسيو. ان دوران هو جدا جدا هنڌن تي رهيو. مارپيور ڪان سواءِ هن بوبڪن ۾ پينگ جي انسپيڪٽر طور، ۽ ڪراچي ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ ڊسٽلري انسپيڪٽر طور بہ ڪم ڪيو. 1924ع ۾ ان ڪاتي ۾ 200 رپيا ماهوار پگهار تي ايڪسائيز انسپيڪٽر هو، جو اهو ڪاتو ئي ڇڏيائين. نوڪريءَ کي هو ڪو دلي طرح پسند نہ ڪندو هو. ان چوڻيءَ ۾ وشواس رکندو هو تہ "اتم کيتي، وڏي واپار، نيچ نوڪري، پنڻ بيڪار." نوڪريءَ لاءِ نفرت ۽ واپار لاءِ پسندي بابت پنهنجا ويچار هنْ پنهنجي "موهني بائي" ناول ۾ وستار سان ظاهر ڪيا آهن. شايد ٻيو ڪو جوڳو ذريعِ معاش نہ هئڻ سبب هن کي نوڪري ڪرڻي پئي هئي.

ڪاڪو پيرومل بنيادي طرح علمي ۽ ادبي لاڙي وارو شخص هو. سندس من جي گهرت ئي ڪا اهڙي هئي. ان ڪري پيشي جي خيال ڪان، جيئن ئي ڪيس علمي کيتر ۾ ڪم ڪرڻ جو موزون موقعو مليو، تہ ميدان ۾ لهي پيو.

1924ع واري زماني ڪان اڳ سنڌ ۾ سنڌي رڳو مئٽرڪ تائين پاڙهي ويندي هئي، ڪاليجن ۾ سنڌي وشيہ ڪانہ هئي. 1924ع ۾ فقط بي اي امتحان جي ڪورس ۾ سنڌي ٻولي درج ڪئي ويئي، سا بہ آزمائش طور. تن ڏينهن شڪارپور ۾ ڪو ڪاليج اڃا کليو ڪونہ هو ۽ حيدرآباد واري ڪاليج ۾ بي. اي ۾ سنڌي هئي. پيرومل جي سوچ موجب اوچ سطح تي سنڌيءَ ۾ تعليم جو سڄو دارومدار ڪراچيءَ واري ڪاليج تي هو. اگر ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ سنڌيءَ لاءِ چاهہ نہ رهي ها تہ بمبئي يونيورسٽيءَ کي بہ بي . اي مان سنڌي ڪڍڻي پوي ها.

1924ع واري تعليمي سال جي پهرئين ٽرم ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽو، جو ان وقت ايم.اي پاس ڪري آيو هو، سو ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ هڪ سؤ رپيا ماهوار

پگهار تي سنڌيءَ جي ليڪچرار طور مقرر ٿيو. پر سنت ٿي هو صاحب اهو ڪم ڇڏي، ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ ولايت هليو ويو ۽ پوءِ اُن عهدي تي ڪم ڪرڻ لاءِ پيرومل کي آڇ ڪئي ويئي. هن جي من جو لاڙو اڳ ۾ ئي علمي ۽ ادبي ميدان طرف هو. ليڪچرار واري نئين نوڪريءَ جي پگهار، جيتوڻيڪ ايڪسائيز کاتي ۾ ڪيس ملندڙ پگهار کان گهٽ هئي، تنهن هوندي به اها آڇ قبول ڪيائين.

1924ع وارَي تعليمي سال جي ٻئي ٽرم نومبر 1924ع کان وٺي ڪراچيءَ واري ڏيارام ڄيٺمل سنڌ ڪاليج ۾، سنڌيءَ جي ليڪچرار طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين. پاڻ لکي ٿو ته، "هڪ سؤ روپيا (ماهوار) پينشن وٺي ايڪسائيز کاتو ڇڏي آيس، جو هيءَ ڪم منهنجي دل وڻان هو. بي. اي جي شاگردن ۾ سنڌي لاءِ چاهه وڌايم. ته پوءِ ڪاليج جي سيني ڪلاسن ۾ سنڌي پيئي ۽ پنهنجو پورهيي کي سڄايو سمجهيم."

ڏيارام ڄيٺمل سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پيرومل کي پنهنجي من جي پسنديءَ وارو علمي ۽ ادبي وايومنڊل مليو. اتي ئي هو پرنسيپال صاحب سنگهه چندا سنگ شهاڻي، پرنسيپال ٻتاڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جهڙن تعليمي ماهرن، عالمن ۽ اديبن سان اٽيو وينو ۽ پاڻ کي پنهنجي دل گهرئي وايو منڊل ۾ پاتائين.

شخصيت:

پيرو مل مهرچند قد جو ڊگهو، پوڻن ڇهن- ڇهن فوٽن جي وچ ۾ ڊيگهه ۽ سنهي سرير وارو هو. سندس چهرو به ڊگهو، بيضوي شڪل جو هو، پيشاني ڪليل ۽ نڪ ڊگهو، هوس. ميڇون وڏيون رکندو هو. پهرئين چشمو ڪونه لڳائيندو هو، پر اوستا وڏي ٿيس ته گول فريم سان نظر جو چشمو پائڻ لڳو. سندس اکين ۽ چهري مان علم ۽ اڀياس جي گهرائي پيئي بکندي هئي. برڏ اوستا ۾ سندس مٿي جا وار ۽ ميڇون سفيد ٿي ويون هيون. اڪثر سنڌي پتلون ۽ اچي رنگ جو بنا ڪالر جي پهرياڻ پهريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سوٽ ڪوٽ به پائيندو هو.

ڪاڪو پيرومل هڪ شريف النفس ۽ حساس دل شخص هو. سانت سڀاءَ وارو ۽

گهڻو تڻو پنهنجي ڏن ۾ رهندو هو. سندس عمعصر ٻڌائين ٿا تہ هو پنهنجي اپياس ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ ئي پورو هوندو هو.

ائين بہ ناهي تہ هو ڪو رڳو ڪتابي ڪيڙو هو ۽ علم ادب ۾ ڪوهيل هئڻ ڪري باقي دنيا کان ڪو ڪٽيل هو. سندس زندگيءَ ڪي عملي پهلو بہ.هو. سندس بردباري، هلندي چلندي ۽ اثر رسوخ جو ذڪر ڪندي پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ هڪ واقعو بيان ڪيو آهي. هو لکي ٿو تہ سندس (ملڪاڻيءَ جا) ناناڻا ڪراچيءَ ۾ رهندا هئا، جتي پاڻ ٽڪڻ ويو هو. پيرومل تن ڏينهين وچولي چمار ۾ تازو ہي شادي ڪئي هئي. هڪ آرتوار تي دادا پيرومل ملڪاڻيءَ جي ناناڻي آڪهہ ڪي شئل ڪرائڻ لاءِ سمنڊ رستي ماريپور وٺي هليو. ڪاڏي پيتي جو سامان سرو ڪنيو هئائون ۽ سڀي تياري ڪيئي هئائون. ٻيڙي اڃا ماريپور جي اڌ پنڌ تي مس پهتي تہ سمنڊ جو پاڻي لهڻ شروع ٿيو. ميربحرن وير لهڻ جو حساب پورو نہ رکيو هو، جنهنڪري ٻيڙي سمنڊ جي تري ۾ گپي پيئي. سمنڊ جو ترو بہ چيندڙ ڪانديڙن سان ڇانيل هو، جنهنڪري ٻارن ٻچن، زائفائن هراس ۾ اچي ؤاڪو واڪاڻ مچائي ڏني، ميربحرن خاطري ڏني تہ ٻيڙي الٽي نہ ٿيندي، پر پنج اٺ ڪلاڪ اهڙي ئي حالت ۾ ڪاٽڻا پوندا، جيسين ڪي وري سانجهيءَ جو وير چڙهي. پيرومل ملاحن کي خوب ڇنڊ ڪيئي ۽ کين سندس لاپرواهيءَ لاءِ خوب تنبيهہ ڪندي، پن ٽن ملاحن کي بابا نالي بيٽ ڏانهن اماڻيائين ۽ اتي هڪ ڪاموري کي نياپو مڪائين تہ ڪاڏي پيتي جو سامان ۽ پيئڻ جو پاڻي جلد روانو ڪري.

ملاح جيڪي ڪانديڙن تي هلڻ تي هريل هئا، سي يڪدم پڳا ۽ ڪلاڪ ڏيڍ ۾ ڳپل ڪوڪ تيل مڇي، جوئر جا ڍوڍا، لسيءَ ۽ مکڻ سان ڀريل چاڏي کڻي اچي حاضر ٿيا، جيڪي کائي، خوب موج ڪئيسين. اُن بعد ڪاڪي پيرومل ڪي کهاڻيون ۽ ٽوٽڪا ٻڌايا، تان جو شام جو وري وير چڙهي ۽ ٻيڙي هاڪاري ماريپور اچي پهتاسين. موٽ جي مسافريءَ لاءِ ڪاڪي پيرومل هڪ لاريءَ جو بندوبست ڪري ورتو هو ۽ سلامتيءَ سان واپس ڪراچي وٺي آيو.

ملڪاڻي صاحب لکي ٿو تہ، "هڪ عالم، جنهن ساري چمار ڪتابن تي نور نچوئڻ ۾ ڪاٽي، تنهن جو هي عملي پهلو، هيءَ بردباري ۽ هلندي چلندي ڏسي مان عبرت ۾ پئجي ويس."

آنهن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ راڄنيتي اڳواڻن ۽ عالمن ۽ اديبن جا ليڪچر به ٿيندا هئا. راڄنيتي ۽ مذهب تي ڳالهائيندڙ جذبي ۾ اچي زور شور سان ليڪچر ڪندا هئا. تن ڏينهن ۾ هومسٽيڊ هال ۾ ڪاڪي ڀيرومل جا به ليڪچر ٿيندا هئا، پر هو اڪثر هندستان جي يا سنڌ جي قدامت تي آرين جي اصل نسل، ويدن وغيره ۾ ڇاڻايل ڳالهين يا هندن جي ريتن رسمن وغيره جهڙن تاريخي موضوعن تي ليڪچر ڏيندو هو، جيڪي نهايت سنجيده ۽ عالماڻي ڍنگ جا هوندا هئا ۽ انهن ۾ هر ڳالهه بادليل ۽ چٽي نموني سمجهائيندو هو. ائين وچ وچ ۾ ڪي ٽوٽڪا به ٻڌائيندو هو. منجهس طنز ۽ مداح جو مادو به جهجهو هو، جو اڪثر پنهنجي محدود سنگت ۾ ئي ظاهر ٿيڻ ڏيندو هو. پنهنجي ان قسم جي احساسن کي به عالماڻي ۽ ادبي ڍنگ سان پيش ڪندو هو.

هڪڙي ڀيري گهوڙا ٻاڙي تعلقي جي هيڊڪوارٽر ڪوٽڙي الله رکيي شاهه ڏي گهمڻ لاءِ ويو. شهر جو هيڏو وڏو نالو ٻڌي، اٺ تي ڏکن ڏولاڻن جو سفر ڪري، جڏهن اتي پهتو ته بقول سندس، اتي ڏسجي ته "نانءُ ٻڙا ديهه ويران" وارو قصو لڳو پيو هو. ڄاڻيون اهڙيون جن جون ڇتيون ڇنل ۽ پيٽيون پڳل. گماشتي کي سيڌو سرو وٺڻ لاءِ موڪليائون ته ان اچي ٻڌايس ته شهر ۾ بازار ئي ڪونهي. آخر ڪنهن هڪ دوڪان تان مڙيوئي سيڌو گهرايائون ته ڇانور پيتا ته اتي ۾ اڌو اڌ ڪينئان. اتان جو مختيارڪار ڀيرومل جو واقف هو، ڇو جو مئٽرڪيوليشن ڪلاس ۾ ساڻس گڏ پڙهيو هو، سو هن کي سچي روداد بروقت هڪ مزاحيه "واٽيءَ" ۾ لکي موڪليائين.

ڪاڪو ڀيرومل هڪ نهٺو ۽ نماڻو شخص هو. پنهنجي ان نهٺي ۽ نماڻائيءَ واري سڀاءَ کي اظهار ڏيندي، هن شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص به "غريب" رکيو. هيڏيءَ وسيع ڄاڻ جو ڏٺي هوندي به پنهنجي علم ۽ ڄاڻ تي گيرب يا وڏائي ڪانه هئس. اڪثر پنهنجي هر ڪتاب جي منڍ ۾ اظهار ڪيو اٿس ته گهٽي ڪوشش ڪري ڄاڻ حاصل ڪئي اٿم، پر اڃا به جيڪڏهن ڪجهه رهجي ويو هجي يا ڪنهن سڄڻ کي وڌيڪ ڄاڻ هجي ته مونکي آگاهه ڪري ته ايندڙ ڪتابن ۾ درستيون يا اضافا ڪندس. اهڙو اظهار سندس وڏي ڄاڪوڙ سان لکيل ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۾ به ڪيل آهي. ڳوڙهي اڀياس بعد تيار ڪيل پنهنجي "غريب اللغات" جي مهاڳ ۾ لکيو اٿس ته "منهنجي

پڙهندڙن کي وينتي آهي تہ جيڪڏهن ڪا اهڙي معنيٰ خيال ۾ اچي وڃي، جا مون نہ ڏني هجي تہ مهرباني ڪري مون کي لکي موڪلين. ان لاءِ آءٌ گهڻو شڪرگذار رهندس." (8)

انهن لفظن مان پيرومل جي نهنائيءَ جي پلي پٽ ڄاڻ پوي ٿي. هو پنهنجي حرف کي آخري حرف ڪري نہ ليکيندو هو ۽ "جان جيئين تان سک" واري عقيدي ۾ وشواس رکندو هو. سندس ان سڀاءَ جو هڪ سهڻو مثال پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ بيان ڪيو آهي. هو صاحب لکي ٿو تہ، "گاڏي ڪاتي مان لنگهندي پائيندي (ڪاڪو پيرومل) گڏجي ويندو هو تہ رستي جي ڪنڊ پاسيرو بيهاري، ڪلاڪ ڏيڍ سنڌي ادبي مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندو هو. جنهن مان گهڻو ئي پرايم.

مثال طور هڪ ڀيري چيومانس تہ "هي اسان جو "ٻيو" ۽ "ٻيون" اکرن ۾ تفاوت ميساري ڇڏيو آهي، سو منهنجي خيال ۾ غلط آهي. جنهن صورت ۾ ٻهريون، ٽيون، چوٿون وغيره چئون ٿا. "ٻيون" بدران "ٻيو" ڇو ٿا چئون؟ پڇيائين سو وري ڪيئن؟ مان بہ درسي ڪتابن ۾ "سبق ٻيو" لکندو آهيان، نہ سبق ٻيون. مون جواب ڏنس، تہ عدد شماريءَ ۾ ٻيون ڇوڻ کپي يعني Second ، پر ٻئي معني آهي ٻيو ڪو. يعني An other ڳالهہ دل سان لڳي آيس ۽ هيڏي ساري عالم اداردليءَ سان قبول ڪيو تہ مان هميشہ اها چوڪ ڪندو آهيان ۽ هن کان پوءِ سڌاريندس ۽ اهڙي پڌرائي ڪنهن ڪتاب يا مضمون ۾ ڪري ڇڏيندس، جا ڪٿي هئائين." (9)

نهٺي ۽ نماڻي سڀاءَ جي باوجود، سماجڪ مسئلن يا علمي ۽ ادبي معاملن ڏانهن هو پنهنجن آزاد ويچارن تي هميشہ اڏول رهيو. غلط کي غلط ۽ صحيح کي صحيح چوڻ ۾ ڪڏهن بہ رک رکاءُ نہ ڪيائين. سنڌيءَ لاءِ اعرابن تي بحث هجي يا اُچارن تي سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد جو سوال هجي يا ٻوليءَ جي روپ ۽ اُچارن ۾ ڦير گهير جو معاملو، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ جي "شاهہ جو رسالو" تي بحث هجي، يا ڊاڪٽر دائود پوٽي جي "ابيات سنڌي" تي مباحثہ، هر واد وواد ۾ ڀرپور ورتائين ۽ پنهنُجا رايا بنا ڪنهن لليءَ ڇپيءَ رکڻ جي ظاهر ڪيائين.

سچائي ۽ ايمانداريءَ جوُ جزو بہ منجهس جيئن جو تيئن پريل هو. پنهنجن

تاريخي ۽ تحقيقي ڪتابن ۾ جن جن گرنٿن جي مدد ورتائين، تن ڪتابن جا پورا نالا ۽ سندن ليکڪن جا نالا نشان ڪتابن ۾ ڇاڻايائين ۽ سندن شڪرگذاري ڪيائين. "غريب اللغات" ناهڻ وقت جن جن عالمن کان ڏکين لفظن جون ڪي معنائون پڇيائين، يا جن ڪتابن تان مدد ورتي هئائين، انهن مڙني جا نالا هن ڇاڻايا آهن ۽ انهن جي شڪرگذاري ڪئي آهي. ان مان ڪاڪي ڀيرومل جي ايمانداريءَ جي ساک ملي ٿي.

ڪاڪي ڀيرومل کي ٻار وڻندا هئا ۽ انهن کي گهڻو پيار ڪندو هو. انهن کي بيت، چرچا، آکاڻيون، ٽوٽڪا ڀيو ٻڌائيندو هو. ننڍا ننڍا نصيحت آميز درشٽانت به ٻڌائيندو هون. سندس ڏوهٽو شيام آڏواڻي، جو هن وقت هڪ ڪامياب وڪيل آهي، سو ٿو ٻڌائي ته، "هڪڙي ڏينهن مون سندس ماچيس ڪڍي، ان مان فقط هڪ تيلي ائين ئي ڪري ٻاري، ته مونکي ويهاري سمجهايائين ته اجائي هڪڙي تيلي به نه وڃائڻ گهرجي. جيڪڏهن ضروري هجي ته ڀلي هزارين رپيا خرچ ڪجن، پر بنا ضرورت جي ڪجهه به اجايو وڃڻ نه ڏجي." پوءِ ڪيس هڪ آکاڻي ٻڌايائين ته هڪڙي دانوير وٽ ڪي ماڻهو چندو وٺڻ ويا. انهن ڏٺو ته اهو پنهنجي نوڪر کي ويڙو ڇنڊ ڪڍي ۽ تڙيون چاڙهي. نوڪر جو ڏوهه رڳو اهو هو جو هن ماچيس ڪڍي ان جي هڪ تيلي بنا مطلب جي ٻاري هئي. جڏهن دان وٺڻ لاءِ آيل ماڻهن اهو نظارو ڏٺو ته پويان پير ڪري موٽڻ لڳا. دانوير هنن کي سڏ ڪيو ۽ اچڻ جو مقصد پڇيائين. بعد ۾ سندن مقصد کي ٺيڪ سمجهي کين پنج هزار رپيا چندو ڏنائين. ان درشٽانت بعد ڪاڪي ڀيرومل، شيام کي نصيحت ڏني ته ڪيئن بنا مطلب جي، ماچيس جي هڪ تيلي به ٻارڻ برداشت ڪرڻ لائق نه آهي ۽ مقصد سان پنج هزار رپيا دان ۾ ڏيڻ به سٺا آهن.

ٻارن سان ڪل چرچو به ڪندو هو. سندن سياءُ ۽ هلت بابت بيت جوڙي کين چيڙائيندو به هو. پنهنجي هڪ ڏوهٽي ڪلوءَ کي چوندو هو:

ڪلوُ جهيٽ جهلوُ پٽاٽو ڪائي گول گول.

ڪاڪو ڀيرو مل ماس مڇي ڪائيندڙ هو. ڪڏهن ڪڏهن پيٽ جي تڪليف محسوس ڪندو هو. ته امالڪ اپواس رکندو هو. چانهه گهٽ پيئندو هو، پر

مٺائي کائڻ جو، مڙيئي شوقين هو. اڪثر پن جي بيڙي ڇڪيندو هو. بيڙي ماچيس پاڻ سان رکندو هو. ڪڏهن ڪڏهن چروٽ به ڇڪيندو هو. پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي پنهنجي يادگيريءَ مان ٻڌائي ٿو ته، "ڪاڪو جنهن ڪٽ تي ويهي لکندو هو، اُن جي اڳيان حقو به ٺاهي رکندو هو. ڪڏهن ڪڏهن برانڊيءَ جو هڪ اڌ پيگ به پيئندو هو، باقي عادت سا ڪابه ڪانه هُئس."

ڀيرومل جي لکڻ جي طريقي ڪي بيان ڪندي، پروفيسر منگهارام پنهنجي ڪتاب "ساهتڪارن جون سمرتيون" ۾ لکي ٿو ته، "رانديون ڪندي مان ڏسندو هوس ته اندرئين صفحي ۾ هڪ وچولي اوسٽا وارو شخص، ڪٽ تي فراسي وڇايو، وهاڻن تي ٽيڪ ڏيو، گوڏن تي ڪاغذن جو ٿهو رکيو، مس ڪپڙيءَ مان اسٽيل ٻوڙيو، سمورو وقت لکندو رهندو هو. ڪيس دادو ڀيرومل ڪوٺيندا هئاسين، ڇو جو اجا ايڏيءَ عمر جو ڪونه هو، جو ڪاڪي جو لقب مليس." (10)

ڪاڪو صبح جو سويل ڪتاب پڙهڻ ۾ اڀياس ڪرڻ جو ڪم ڪندو هو. صبح جو ائين بجي کن لکڻ جو ڪم شروع ڪندو هو ۽ ٽي چار ڪلاڪ ساندهه لکندو هو. اهو سندس نيم هوندو هو. منجهند جو ٻارهين ساڍي ٻارهين بجي لکڻ تان اٿندو هو ۽ پوءِ سنان پاڻي ڪري، روٽي کائي سمهي پوندو هو. پوءِ وري شام جو ويهي لکندو هو. رات جو ماني کائي ۽ ٿورو پنڌ ڪري، نوين ساڍي نوين بجي سمهي پوندو هو.

رات جي مانيءَ بعد پنڌ ڪرڻ جو نيم هوس. همٿ وارو مڙس هو. لٺ به پاڻ سان کڻندو هو. هڪ ڏينهن پنڌ پئي ڪيائين ته واٽ تي ڪي شاهينگ ڳڙيس جن مٿس حملو ڪيو، پر انهن کي لٺيون هٽي ڀڄائي ڪڍيائين.

ايشور طرف لاڙو گهٽو هوس. گرو نانڪ کي مڃيندو هو. صبح جو اٿڻ وقت، گهر مان نڪرڻ وقت ۽ گهر ۾ گهڙڻ وقت گرو بابي کي ياد ڪندو هو.

ائين ته ڀيرومل مهرچند آبڪاري کاتي ۾ هجڻ ۽ وقت به وقت بدليون ٿيڻ سبب سنڌ جي مختلف ڪيترن ئي هنڌن تي رهيو، پر هن جي مکيه طرح رهائش حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ رهي:

حيدرآباد ۾ ڀيرومل فوجداريءَ گهٽيءَ ۾ رهندو هو، جا هڪ سنهي ور وڪڙن

واري گهٽي هئي، جيڪا مشهور شاهي بازار مان ڦٽندي نڪرندي هئي. ڪاڪي پيرومل جي ڏيءُ پدما ٻڌايو ته، "پهرين مهراجن جو گهر هوندو هو، پوءِ هڪ سخاوت راءِ پاوناڻيءَ جو گهر هو، جنهن بعد سندن (ڪاڪي پيرومل جو). ان سان لڳو لڳ وري ماستر سچانند آڏواڻيءَ جو گهر هو، جيڪو پروفيسر ملڪاڻيءَ جو ڏاڏو لڳندو هو. ڪاڪي پيرومل جو گهر وڏو ۽ ڪشادو هوندو هو."

ڪراچيءَ ۾ پيرومل پهرين ڪورٽ جي سامهون آرٽلري ميدان ويجهو هڪ جاءِ ۾ رهندو هو. بعد ۾ بندر روڊ ايڪسٽينشن ۾، اجمل خان روڊ واري مڊل ڪلاس ڪالونيءَ ۾ پنهنجو بنگلو ورتائين. اهو بنگلو به چڱو ڪشادو ۽ فرحتي هو، جنهن ۾ گرائونڊ فلور تي ڪاڪو پنهنجي ڪٽنب سان پاڻ رهندو هو.

ورهاڱي بعد اهو بنگلو نيڪال ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيائين، پر اختياريءَ وارن جو ساٿ نه مليس. عثمان علي انصاريءَ جهڙن ٻرڪ شخصيتن ڪان به ان سلسلي ۾ مدد ورتائين، نه ته به ان ۾ ڪامياب نه ويو. آخر سنڌ ڇڏڻ وقت اهو بنگلو ڏوهتي جي نالي ٽرانسفر ڪري آيو ۽ سندس نانيءَ اها جاءِ مسواڙ تي چاڙهي ۽ ڪيس سوا سؤ رپيا مهينو مسواڙ وٺي پيو موڪليندو هو. اها جاءِ جنوري 1949ع تائين مسواڙ تي رهي ۽ بعد ۾ پاڪستاني اختياري وارن ان کي "ڇڏيل ملڪيت" ڪري ظاهر ڪيو ۽ سندس نانيءَ کي مسواڙ اڳاڙڻ جي حق ڪان به محروم ڪيائون. بعد ۾ سندس ديهانت بعد، 1955ع ۾ سرڪار ڪراچيءَ واري ان شاهي بنگلي جو عيوضو ڪين 6500 رپيا ڏنو.

ڪٽنبي جيوت:

پيرومل ڪل ٽي شاديون ڪيون. هو ويهن ٻاويهن سالن جو هو، جو سندس پهرين شادي ٿي. سندس پهريون وهاڻ مکي نهچلداس تيجومل جي وڏي نياڻيءَ سان ٿيو هو. سندس اها گهر واري گهڻو وقت جيئري نه رهي، جنهن کري بعد ۾ ٻي شادي ڪيائين.

ٻين گهر واريءَ مان پيرومل کي هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ڄائي. سندس پٽ جو نالو پريو هو، جو بعد ۾ هڪ سٺو ليکڪ بڻيو ۽ پريداس پيرومل جي نالي سان مشهور ٿيو. پريداس پنهنجي پتا پيرومل جي وچولي ڄمار ۾ ٽين شادي ڪرڻ

جي ڳالهه تي ساڻس رسي وڃي سک پنٿ اختيار ڪيو هو ۽ پنهنجو نالو هرنام سنگهه رکيو هئائين.

ٻين ٽن زالن مان پيرومل کي جيڪا نياڻي ڄائي، تنهن جو نالو پاربتي هو، جنهن بعد حشمت راءِ هيراننداڻيءَ سان شادي ڪئي.

پيرومل ٽيون گهر واڌواڻين مان پرڻيو. سندس ان زال جو نالو گياني ٻائي هو. سندس اها زال پيرومل جي ديهانت بعد به زنده رهي. 1971ع ۾ ماهيم، بمبئيءَ ۾ گذاري ويئي. ان ٽين زال مان پيرومل کي ٻه نياڻيون ڄايون: وڏيءَ نياڻيءَ جو نالو خوشحالي عرف پدما ۽ ننڍيءَ جو نالو ستي يا ڇتي هو. خوشحالي يعني پدما شري رامچند هوتچند آڏواڻيءَ سان شادي ڪئي. اها هن وقت 74 ورهين جي آهي ۽ ماهيم، بمبئيءَ ۾ رهي ٿي. ڪاڪو پيرومل به ورهاڱي بعد سنڌ مان لڏي پنهنجي ان ڌيءَ پدما وٽ اچي رهيو هو. باقي سندس ننڍي نياڻي ستيءَ ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ (شاهه جو رسالو جو مؤلف) جي پٽ موهن سان شادي ڪئي. هوءَ منگهي نالي پٽ کي جنم ڏيئي، ستن ڏينهن بعد گذاري ويئي. ان بعد منگهو ڪاڪي پيرومل وٽ ئي رهندو هو. ورهاڱي بعد به هو ساڻن گڏ ئي بمبئيءَ ۽ پوني ۾ رهيو ۽ هن جي سڄي پالڻ نپائڻ جو ڪم سندس ناني پيرومل ۽ ناني گياني ٻائي ڪيو. هن وقت منگهارام بمبئيءَ پرسان الهاس نگر ۾ سينچري ريان ۾ وڏو آفيسر آهي.

پيرومل مهرچند جو پنهنجي ننڍي نياڻيءَ ستيءَ ۾ خاص موهه هو ۽ پنهنجو ڪتاب - "آزاديءَ جي ڪوڏي" هن جي نالي ۾ ارپڻ ڪيو اٿس.

ڪاڪو پيرومل سنڌ مان لڏڻ بعد 1948ع ۾ ماهيم بمبئيءَ ۾، Anchorage بلڊنگ ۾ اچي رهيو. ورهاڱي جو سندس من ۽ شرير تي وڏو اثر پيو. هو سڄ پيچ ئي ڇڻ اڪرجي ويو. دل کي وڏي چوٽ رسي هئس ۽ مالي طرح به ڏترجي ويو هو. بمبئيءَ جي سامونڊي ۽ گهميل هوا ڪاڪي کي ياءِ نه پيئي ۽ سڄي سرير ۾ خارش ٿي پيس ۽ علالت ۾ گذارڻ لڳو.

آخر بمبئيءَ جي ان ناموافق آبهوا مان ڪڪ ٿي، پوني جي شواجي نگر ڪالونيءَ ۾ وڃي رهيو. ان ڳالهه جو هن 22 جولاءِ 1949ع تي پوني مان ڪلياڻ آڏواڻي کي لکيل هڪ خط ۾ ذڪر ڪيو آهي.

پوني ۾ ڪاڪو شواجي نگر ۾، بمبئي- پونا روڊ تي، 22 نمبر واري هڪ مسواڙي جاءِ ۾ وڃي رهيو. ان جاءِ جي ڪل ايراضي پنج ڇهه سؤ فوٽ هئي. جنهن ۾ ٻه ڪمرا ۽ هڪ رنڌڻو هو ۽ اها جاءِ اٽڪل 60 رپيا ماهوار مسواڙ تي ورتي هئائين. ان جاءِ ۾ ڪاڪو پاڻ، سندس گهر واري ۽ سندس ڏوهٽو منگهو گريخشاڻي رهندو هو.

ڪاڪي پيرومل جا پڇاڙيءَ وارا ڏينهن مڙيو ئي غريباڻي حال ۾ گذريا. پنهنجي مالي مشڪلاتن جو ذڪر ڪندي، پوني مان پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي ڏانهن بمبئيءَ ڏانهن لکيل خط ۾ چيو اٿس:

"منهنجو ناني سوا سؤ رپيا (ماهوار) مسواڙ وٺي موڪليندو هو. گذريل فيبروري مهيني کان هن کي مسواڙ اڳاڙڻ ٻه نتا ڏين ۽ منهنجي جاءِ "چڏيل ملڪيت" ڪري ليکي اٿن، تنهنڪري حال ته جاءِ کان ٻه جواب آهي. 20 مهينن کان پينشن ٻه نه تي ملي. منو سؤ رپيا پينشن اٿم. ڪراچيءَ مان ڦيرائي پونا ۾ ڪرڻ لاءِ ڏاڍا مهينا لڳايا اٿن."

هو مالي طرح ايترو ته تنگيءَ ۾ هو جو بمبئيءَ يونيورسٽي وارن جڏهن مئٽرڪ جي ڪورس لاءِ "چونڊ نثر ۽ نظم" جي ڪتاب ۾ سندس پريم مضمون شايع ڪيو، جنهن لاءِ ڪيس في سال لاءِ 25 روپيا حساب سان ٻن سالن جو اجورو 50 رپيا ملڻ ۾ دير پيئي ته پوني مان بمبئيءَ وڃڻ جي دوران ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي گهر ٻه ويو ۽ ڪيس چيائين ته هو صاحب پنهنجو اثر رسوخ هلائي ڪيس اهي پئسا ڏيارائي. ان بابت هن ڪلياڻ آڏواڻيءَ کي ٻن خطن ۾ پڻ لکيو.

گوڏن جي سُور جي تڪليف ڪاڪي کي سنڌ کان وٺي رهندي پئي آئي، جيڪا هتي ٻه رهيس. پر ته ٻه هو لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ توڙ تائين سرگرم رهيو.

ٽين جولاءِ 1950ع جي ڏينهن، شام جي وقت ڪاڪو پيرومل سير لاءِ ٻاهر نڪتو هو جو شواجي نگر ريلوي ڦاٽڪ وٽ رستو ڪراس ڪندي ڪيس هڪ ٽانگي جو ٽڪر لڳو، جنهن سبب هو ڪري پيو ۽ سخت زخمي ٿي پيو. ترت ئي ڪيس پوني جي ساسون اسپتال ۾ داخل ڪرايون. گوڏن وٽ فرئڪچر ٿي پيو هوس، جنهنڪري پلاسٽر وغيره چاڙهيائونس. جلد ڪيس اسپتال مان ڊسچارج ڪيو ويو ۽ ڪيس گهر وٺي ويا. اتي بعد ۾ پلاسٽر ڪيس چيڻ لڳو.

گهر وارن کي ڇتي پلاسٽر ڪٽارايائين، پر ان بعد گهڻو وقت ڪڍي نہ سگهيو. آخر ۾ ستين جولاءِ 1950ع جي ڏينهن سنڌيءَ جو هي سريشٽ ساهتڪار، لاثاني محقق ۽ تاريخدان پوني ۾ ساسين سڪالو ٿيو. ديهانت وقت سندس گهر واري گياني ٻائي، سندس ڌوهٽا منگهوُ گربخشاڻي، شام آڏواڻي ۽ ٻيا سندس پاسي ۾ هئا.



# ڪوجنيڪ ۽ تاريخ نويس

ائين ته ڪاڪي پيرومل پنهنجي دؤر جي ٻين گهڻن اديبن وانگر ساهتيه جي مختلف صنفن تي قلم آزمائي ڪئي، پر ڪوجنا ۽ تاريخ جي ڪيتر ۾ هن هڪ نمايان حيثيت حاصل ڪئي. سندس دؤر سنڌي نثر جي آغاز جي ٻين منزل وارو دؤر هو، جنهن ۾ ڪوڙومل چندن مل کلناڻي، راج رشي ڏيارام گدومل، مرزا قليچ بيگ جهڙا مهارٿي اڳ ۾ ئي پنهنجو يوگدان ڏيئي چڪا هئا ۽ جيٺمل پرسرام، پرمانند ميوارام ۽ لعل چند امر ڏني مل جهڙا ڪيئي ساهتڪار پنهنجو يوگدان ڏيئي رهيا هئا. پر جيستائين سنڌيءَ ۾ تحقيقي ۽ تواريخي ادب جو واسطو آهي، انهي هڪ لحاظ کان ائين به چئي سگهجي ٿو ته سنڌيءَ ۾ ان قسم جي ادب جي پيڙهه ڪاڪي پيرومل ٻڌي. هن واحد شخص ان کيتر ۾ اهڙو ۽ ايترو ڪم ڪيو، جهڙو ۽ جيترو اڳ ڪڏهن ٿيو ئي نه هو. سندس ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" جي سلسلي ۾ چئي سگهجي ٿو ته اهڙو ڪتاب، سنڌيءَ ۾ ته ڇا، جيئن پاڻ دعوي ڪئي اٿس، ان وقت تائين، سڄي هندستان ۾ بينگالين، مرهٽن، گجراتين يا ٻيءَ ڪنهن به جاتيءَ وارن ڪونه ڪڍيو هو. ڪاڪي پيرومل ڪوجنا ۽ تاريخ بابت جيڪي ڪتاب لکيا سي هن ريت آهن:

**قديم سنڌ:**

هي ڪتاب، جو ڪاڪي پيرومل عمر جي پڇاڙيءَ وارن سالن ۾ لکيو ۽ سندس ديهانت بعد ڇپيو، سو هڪ طرف سندس وطن پرست من ۽ ڪوجنيڪ ذهن جو درشن ڪرائي ٿو ته ٻئي طرف سنڌ جي ماضيءَ جي جدا جدا دؤرن ۾ ان جي سڀيتا، سنسڪرتي، راڄنيتڪ ۽ سماجڪ حالتن بابت هن بزرگ اديب جي اٿاهه ڄاڻ ۽ سندس عالماڻي عبارت جي به تصوير پيش ڪري ٿو. هن صاحب ائين محسوس ڪيو ته تاريخ هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن سان پنهنجي وطن

جي ماضيءَ جي اوج ۽ عظمت جو احساس ماڻهن ۾ جاڳائي، انهن جي دلين ۾ وطن جو آئينده روشن بنائڻ لاءِ اتساهہ پيدا ڪري سگهجي ٿو.

هي ڪتاب ڪاڪي پيرومل سالن جا سال نور نچوئي ۽ جفاڪشي ڪري، انگريزيءَ، هندي ۽ ٻين ٻولين ۾ ڪتابن توڙي مقالن مان مواد هٿ ڪري جوڙيو هو. هن دراصل هي ڪتاب ٽن جلدن ۾ مڪمل ڪرڻ لاءِ رٿيو هو ۽ ان لاءِ مواد بہ گڏ ڪيو هئائين، پر بدقسمتيءَ سان ان جو فقط هڪ جلد (447 صفحا) ئي تيار ٿي ڇپجي سگهيو آهي. باقي ٻن جلدن تي بہ ڪم، برڪ اوستا جي باوجود هو ڪري رهيو هو، پر هندستان جي ورهاڱي ۽ حالتن جي ناسازيءَ سبب انهن جو خبر ناهي ڇا ٿيو.

هن ڪتاب جي ڇپيل پهرئين جلد ۾ سنڌ جي ماضيءَ جو وراثت درشن ڪرايو ويو آهي. ودوان ليکڪ سر وليم جونس، لوڪمانيہ تلڪ، پروفيسر مئڪس مولر، پينڪا، پروفيسر راهز، ڊاڪٽر وارن (Warren) ، هيوگو ونڪلز ۽ ٻين بيشمار عالمن ۽ تاريخدانن جي ڪتابن جو ڳوڙهو اڀياس ڪري قديم هندستان جي جڙڻ جي تاريخ، آرين جي اصلوڪي ماڳ ويدڪ زماني جي شروعات، سنڌ تان هند جي نالي پوڻ، تاريخ کان اڳ واري زماني، سنڌ جي جنم، قديم سنڌ جي اصلوڪن رهاڪن، ڪولن، سنٿالن، دراوڙن، موهن جي دڙي ۽ ان جي جدا جدا دؤرن، آرين جي مڪمل تاريخ، ويدن ۾ سنڌ جي ذڪر وغيره انيڪ وشين بابت احوال ويهي درج ڪيا اٿائين. ائين ناهي تہ ڪو انهن موضوعن تي ڪو فقط ڀارتي ۽ يورپي ودوانن جا ليک پڙهي انهن جا ويچار پيش ڪيا اٿس، پر اهي سمورا موضوع بحث هيٺ آڻي، جدا جدا ودوانن جا رايا ڇاڻائي، پنهنجا ويچار بہ ڏيئي، بعد ۾ ترڪ و ترڪ سان واسطيدار وشين بابت ڪي نتيجا ڪڍيا اٿائين ۽ نيون استاپنائون ڪيون اٿائين.

تاريخ ڪي پيرومل فقط سنبتن ۽ سنن جي ليکي- پٽي يا آڳاٽن حاڪمن جو ۽ سندن جنگين جهيڙن جو ورتانت ڪري نہ ڪٽندو هو. هن جو ويچار هو تہ تاريخ مان آڳاٽن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، خيالن ۽ جذبن، ريتن ۽ رسمن ۽ ساهت وغيره جو پتو پوڻ گهرجي. اهڙا خيال ظاهر ڪندي، "قديم سنڌ" ۾ لکي ٿو:

"ڪنهن بہ تاريخ ۾ جيڪڏهن رڳو سنبت ۽ سن ڄاڻائي، آڳاٽن حاڪمن جا پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ احوال ڏيا ۽ سندن جنگين جو ذڪر ڪيو تہ اها ڪا تاريخ نہ چئبي.

سچي پچي تاريخ آهي ئي اها، جنهن مان آڳاٽن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ، خيالن ۽ جذبن، ريتن رسمن، ڌرم ڪرم ۽ ساهت جي سڌ پوي ٿي. انهيءَ منجهان ئي پوريءَ ريت پتو پوي ٿو تہ تهذيب يا سڀيتا جي شروعات ڪيئن ٿي، وقت بہ وقت ان جي ترقي ڪيئن ٿي ۽ هن وقت جيڪي ريتون رسمون ۽ ڌرمي ڳالهيون آهن، تن جو بنياد ڪيئن پيو." (ص:5)

پيرومل "قديم سنڌ" ۾ ويدڪ زماني تائين احوال ڏنو آهي. جيئن اڳ چيو ويو آهي، هي ڪتاب ٽن جلدن ۾ تيار ڪرڻ جو سوچيو هئائين. پهرين جلد ۾ ويدڪ ساهت ۽ اتهاسن ۽ پراڻن مان سنڌ جا احوال ۽ مڌيہ ديش وارن آرين جو ذڪر درج ڪرڻ جو رٿيو هئائين ۽ ٽئينءَ جلد ۾ ڪلجڳ جي شروعات کان وٺي عربن جي ڪاهن تائين سنڌ جو احوال ڏيڻ جو رٿيو هئائين.

"قديم سنڌ" پيرومل جو امر- گرنٿ آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ وارن، مصنف جي ديهانت بعد 1957ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب ۾ ڊيمي سائيز جا 477 ڇپيل صفحا آهن.

## سنڌ جي هندن جي تاريخ (ٻہ ڀاڱا):

هي ڪتاب پيرومل مهر چند جو ٻيو هڪ وڏو ڪم آهي، جنهن لاءِ هن کي هميشہ وڏي عزت سان ياد ڪيو ويندو. سنڌي هندن جي پنڱتي تاريخ ۽ ڪن ڪن برادرين ۽ آکهين بابت ننڍا ننڍا ليک ۽ چونيڙيون هن ڪتاب کان اڳ بہ شايع ٿيندا رهيا هئا. پر سنڌ جي هندن جي اوج ۽ عظمت جو وستار سان ۽ ترتيبوار اتهاس ۽ انهن جي آکهين، نکن ۽ ذاتين بابت تفصيل وار احوال سڀ کان پهرين هن ڪتاب ذريعي ئي روشنيءَ ۾ آيو. هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ آهي.

پهرئين ڀاڱي ۾ "هندن جي صاحبيءَ جي تاريخ" جي عنوان هيٺ ڏنل مضمون لاشڪ هندن جي شاندار ماضيءَ، جدا جدا دورن ۾ انهن جي ترقيءَ ۽ تنزل ۽ انهن جي خوبين ۽ خامين بابت هڪ عالماڻو، پر ساڳئي وقت دلچسپيءَ ڀريو وڏو مضمون آهي، جو هر دور ۾ سنڌين جي نئين ٽهيءَ کي پنهنجي اباڻي ورثي جي شناس ڏيندو رهندو. 56 صفحن تي مشتمل هن مضمون ۾ رگ ويد واري زماني، آرين، سپت سنڌو، سنڌ جي آڳاٽن راجائن جي ساکن جو ذڪر ڪندي، هندن جو سنڌ ۾ اچڻ، عاملن ۽ ڀائيبندن جي بيان، حيدرآباد ۽ شڪارپور شهر

جي وَسڻ ۽ ٻين ڪيترن ئي وشين بابت وچور وار احوال انن بابن ۾ ڏنو ويو آهي. بعد ۾ ناڻين باب کان سنڌي هندن جي آکهين جو اتهاس شروع ٿئي ٿو. الف ب وار آڏواڻين کان وٺي نوتاڻين تائين هن ڀاڱي ۾ ڏنل آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو جون 1946ع ڪراچيءَ مان ڇپجي ظاهر ٿيو. ڪتاب جي ٻئين ڀاڱي ۾ آسواڻين کان وٺي هگوراڻين تائين آکهين جا احوال آهن. پر هن ڀاڱي جو جيڪو اهميت ڀريو حصو آهي، سو آهي، ان جي اڳياڙيءَ ۾ "آڳاٽو سنڌ سماچار" جي عنوان سان انن بابن ۾ ڏنل شاهي مضمون، جيڪو 138 صفحن تي مشتمل آهي ۽ جڻ ته پنهنجو پاڻ ۾ هڪ بي بها ڪتاب آهي. ان ۾ سنڌي هندن بابت وڏيڪ تاريخي احوال ۽ عاملن ۽ ڀائيبندن بابت وڏيڪ تفصيل ڏيڻ کان سواءِ سنڌي استرين جي ڪيل ترقيءَ تي بہ روشني وڌي ويئي هئي. سنڌ ۽ سنڌين بابت ڦهليل غلط فهمين کي ردڪندي، ڀيرومل ڪتاب جي "منڍ" ۾ لکيو:

"ڪن اڳوڻن يورپي عالمن سنڌ کي "ستل پرڳڻو" ۽ "دکي ماتر" ڪوٺيو آهي، پر اهو اڳيون زمانو گذر ڪري ويو. هن وقت سنڌ ۾، خاص ڪري سنڌ جي هندن ۾، اڳي کان گهڻي جاڳرتا آهي، ۽ پنهنجي جيوت ۽ عزت ۽ آبرو ۽ سک سان گذارڻ لاءِ ايڪتا جي اوٽ ورتي اٿن. سنڌ جون حالتون ڦرنديون ڏسي، پليءَ پت محسوس ڪرڻ لڳا آهن تہ هڪ ٻئي سان ملي ڪم ڪرڻ ۾ ئي سڄي هندوجاتيءَ جو ڀلو آهي." (ص: 7)

ڪتاب جو هي ڀاڱو ڇپيو ئي پئي، جو ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ۽ سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ شروع ٿي. ان ڪري ڀيرومل هن ٻئين ڀاڱي جي آخر ۾ "هندن جي لڏ پلاڻ جي تاريخ" بابت بہ هڪ مختصر مضمون درج ڪيو، جنهن ۾ جدا جدا دورن ۾ سنڌ مان هندن جي لڏ پلاڻ جو احوال آهي. ڀيرومل جي هن اعليٰ گرنٿ تي راءِ ڏيندي، پرسڌ ساهتڪار پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ لکيو آهي تہ:

"قابل مصنف جي دعويٰ ۽ تحقيق سچي آهي تہ هيءَ هڪ نئين نموني جي پنگتي تاريخ آهي... هيءَ پستڪ نہ فقط سنڌي ساهت جي هن اعليٰ هستيءَ جو آخرين يادگار رهندو، بلڪ سنڌي هندن جي اتهاس کي پڻ امر رکندو، جو سنڌ ۾ شايد سگهو ئي وسري وڃي، پر هتي هندستان ۾ وسارڻ نہ ڏينداسين!

ڪتاب جو هي ٻيون ڀاڱو ڀيرومل مارچ 1847ع ۾ شايع ڪيو. هن ڀاڱي ۾ ڪل 372 صفحا آهن.

عاملن جو احوال (1919ع):

ڪاڪي ڀيرومل "سنڌ جي هندن جي تاريخ" نالي سان جيڪو مذڪور وڏو ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ لکيو، ان جو بنياد ڇنڇڻي ڪٽي ته سندس ڪتاب "عاملن جو احوال" آهي. سنڌ جا هندو مکيه طرح ٻن طبقن ۾ ورهايل هئا. هڪڙا هئا عامل ۽ ٻيا هئا ڀائيبند. عامل گهڻو ڪري پڙهيل ڳڙهيل ۽ اوچ تعليم يافته هوندا هئا ۽ وقت جي حڪمرانن جي سايي ۾ رهندي، راڄ ڪاروبار هلائڻ واري سرشتي ۾ مختلف سطحن تي ڇانيل هوندا هئا. ٻئي طرف ڀائيبند وري گهڻو تڻو واپاري ڪيتر ۾ هئا.

ڀيرومل پاڻ آڏواڻي هو، جا آکهه عاملن جي طبقي ۾ ايندڙ آهي. هو سياڻ ڪان ئي هڪ ڪوجنيڪ شخص هو. سو پنهنجي آکهه ۽ طبقي بابت به وسيع ۽ گهري ڄاڻ هٿ ڪندو رهيو، جا هن ڪتاب ۾ ڏني اٿس.

بهرحال، هن ڪتاب لکڻ لاءِ سندس مقصد، جيئن پاڻ لکيو اٿس، ڪجهه هن طرح جو هو: عامل جيتوڻيڪ نالي ۾ هڪڙو ئي طبقو هئا، پر جدا جدا آکهين ۽ جدا جدا شهرن جي عاملن وچ ۾ وري پنهنجا الڳ فرقا هئا. حيدرآباد جا عامل پاڻ کي ٻين شهرن جي عاملن کان برتر سمجهندا هئا.

ڀيرومل هي ڪتاب ان مقصد سان لکيو ته پنهنجي برادريءَ وارن کي اها حقيقت ذهن نشين ڪرائي سگهي ته سيني جو اصل نسل ساڳيو ئي آهي ۽ سڀ پاڻ ۾ پائر آهن.

"عاملن جو احوال" ڪتاب ۾ ڀيرومل، ديوانن، منشين، مهتن واڻين بابت سمجهاڻيون ڏنيون آهن. عاملن جي، پنجاب مان سنڌ اچڻ واري وقت، سنڌ جي پنهنجن پروارن صوبن سان جڙيل شاهي رستن، جهڙوڪ: ملتان واري رستي، جوڌپور واري رستي، سيوهڻ واري ۽ لکپت واري رستي جو بيان ڏنو اٿس ۽ سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن جا بيان به ڏنا اٿس.

هي ڪتاب ڀيرومل 1919ع ۾ ڇپايو، جڏهن هو ڪوٽڙيءَ ۾ ڊسٽرڪ انسپيڪٽر هو. ان ۾ 147 صفحا آهن.

### هندن جون ريتيون رسمون:

ڪاڪي پيرومل هندن جي سماجڪ ۽ ڌرمي ريتن رسمن بابت باريڪيءَ سان ڳوليا ڪئي هئي ۽ انهن جي سٺاين ۽ خرابين تي پڻ غور ڪيو هئائين. "هندن جون ريتيون رسمون" ان ئي وشيه تي لکيل سندس ڪتابڙي آهي، جنهن ۾ هڪ شخص جي، هڪ پڏيوان برهمڻ سان گفتگو ذريعي ان ڳالهه تي روشني وڌي اٿس تہ هندن جي جهونين ريتن رسمن پنيان معنيٰ ۽ مراد ڪهڙي آهي. ساڳئي وقت اهڙي صلاح پڻ ڏني اٿس تہ چالو زماني ۾ انهن مان ڪهڙيون ريتون رسمون چالو رکجن ۽ ڪهڙيون ترڪ ڪرڻ گهرجن.

### ريتين رسمن جو بنياد:

هيءَ بہ پيرومل جي لکيل هڪ چونپڙي آهي، جنهن ۾ هڪ وڻندڙ اڪاٽيءَ جي ذريعي، جنم کان وٺي مرڻ تائين، جيڪي هندڪيون ريتون ان وقت هلندڙ هيون، تن جي بنياد جو بہ احوال ڏنل آهي تہ اهي ڪيئن شروع ٿيون.

### سوڍن جي صاحبي يار راڻن جو راڄ:

ڪاڪو پيرومل ڪجهہ وقت ٿر ۾ بہ رهيو هو. ٿر ۾ رهائش دوران هن اتي جي ۽ پر واري ايراضي راجپوتانا جي سوڍن راجپوتن ۽ راڻن بابت بہ ڪافي معلومات هٿ ڪئي ۽ انهن بابت هي ڪتاب "سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ" لکيائين. سنڌ ۾ سومرن جي صاحبيءَ واري وقت کان ٿر ۾ سوڍا راجپوت زور ٿيا ۽ اتان جا خودمختيار حاڪم هوندا هئا.

هن ڪتاب ۾ پيرومل ٿر جي سوڍن راجپوتن جي اصل نسل، انهن جي سنڌ سان لاڳاپن، سندن ڪماليت ۽ زواليت وغيره ڪي چڱي تفصيل سان لکيو آهي. هيءُ ڪتاب 1924ع ۾ شايع ٿيو.

"عاملن جو احوال"، "هندن جون ريتون رسمون"، "ريتن رسمن جو بنياد" ۽ "سوڍن جي صاحبيءَ يا راڻن جو راڄ"، انهن ننڍن ننڍن ڪتابن ۾ درج ٿيل اوائلي معلومات بابت وڌيڪ ڪوجنا ڪري، وڌيڪ ڇاڻ حاصل ڪري ٿي. ڪاڪي پيرومل سالها پوءِ "قديم سنڌ" ۽ "سنڌي هندن جي تواريخ" جهڙا شاهي گرنٿ لکيا، جن ۾ انهن ننڍن ڪتابن ۾ ڇاڻايل ڇاڻ وارت روپ حاصل ڪيو آهي.

# لسانياتي ماهر

ڪاڪو پيرومل بنيادي طرح هڪ ئي لسانيات جو ماهر هو. پنهنجي سنڌي ٻوليءَ ۾ چاهه ۽ ٻين ٻولين بابت وڌيڪ ۽ وڌيڪ ڄاڻڻ بابت ڇڪ منجهس ننڍي هوندي کان ئي هئي. جدا جدا ٻولين ۾ لفظن جون هڪ جهڙايون، لفظن جي پيچ گهڙ، زمان ۽ مڪان جي اثرن هيٺ ٻولين ۾ ايندڙ تبديل، ٻولين جي صوتياتي، صرفي ۽ نحوي بناوتن ۽ انهن جي ڦير گهير بابت نيم، سماجي، سياسي، اقتصادي، تهذيبي ۽ تمدني حالتن سبب ٻولين ۾ ٿيندڙ ڦير گهير ۽ اهڙا ٻيا ڪيترائي واسطيدار موضوع ننڍي عمر کان ئي سندس تخيل کي پاڻ طرف ڇڪيندا رهيا هئا. اهو ئي سبب آهي جو اسڪولي جيون ۾ جڏهن هن پهرين ساڏو هيرانند کان ۽ بعد ۾ ديوان تاراچند شوقيرام کان "شاهه جو رسالو" پڙهيو ته ان اڀياس دوران رسالي جي جن ڏکين لفظن سان مقابل ٿيو، انهن جي معنيٰ ڄاڻي، رسالي جي بيتن جو مطلب سمجهي، انهن کي ڇڏي ڪونه ڏنائين، پر انهن لفظن کي وڌيڪ غور ۽ عوض ڪري، انهن ڏکين لفظن ۾ اونهو وڃي، انهن جون وستار سان جدا جدا معنائون هٿ ڪري 30 ورهين جي ننڍي ڄمار ۾، "غريب اللغات" نالي ڪتاب جوڙي ڇڏيائين.

ادبي زندگيءَ جي شروعاتي سالن ۾ جيتوڻيڪ سندس ڌيان ۽ دلچسپي ان زماني جي ريت موجب، ادب جي جدا جدا صنفن- ناٽڪ، ناول، ڪهاڻي، مضمون وغيره طرف ورهايل رهي، پر جيئن سندس عمر وڌندي ويئي ۽ سندس طبيعت ۾ پختگي ايندي ويئي، تيئن تيئن سندس ڌيان به هيڪاندو ٿيڻ لڳو ۽ هن جو لاڙو ٻولين جي اڀياس، تاريخ، تحقيق طرف وڃي مرڪوز ٿيو. دراصل هو جيڪو تاريخ ۽ تحقيق (کوجنا) طرف ڇڪجي ويو، سو به ٻولين جو اڀياس ڪندي.

ان طرح ڏسبو تہ سندس پهريون پيار سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ٻين ٻولين جي تاريخن جو اڀياس هو. سنڌي ٻوليءَ جي اڀياس ۾ وزي هن اِن جي جدا جدا انگن- تاريخي پهلن، لغات، گرامر، پهاڪن وغيره تي، محنت ۽ مشقت ڪري ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جن ڪي سنڌي ٻوليءَ ۽ لسانيات جي حلقي ۾ تاريخي ۽ يگاني حيثيت حاصل آهي، انهن ۾ ڪي مکيہ ڪتاب هي آهن:

## سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ (1941ع):

سنڌي ٻولي ۽ اُن جي تاريخ بابت ڄاڻ ڏيندڙ هي پهريون باتفصيل ۽ تحقيقي فطرت وارو ڪتاب آهي، جو ڀيرومل 1941ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. اُن کان اڳ ان موضوع تي ٻئي ڪنهن بہ ليکڪ ڪو ڪتاب نہ لکيو هو. ان موضوع تي اڳ موجود ننڍو ڪتاب بہ (عنوان: سنڌي ٻولي) سندس ئي لکيل هو، جو 16 سال اڳ، مکيہ طرح ڪاليجي شاگردن جي ضرورت کي پورو ڪرڻ جي خيال کان لکي شايع ڪيو هئائين.

ڀيرومل ڏٺو تہ يورپي لوڪ پنهنجن ٻولين ۽ پڻ دنيا جي ٻولين جي تاريخن جوڙڻ کي لڳا پيا آهن. انهن کي ڏسي ڪن ڏيهي عالمن بنگالي، گجراتي ۽ مراهٽي ٻولين جون تاريخون بہ ناهيون آهن. تن ئي ڏينهن ۾ سر گريئرسن جي ڪوشش سان ”لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا“ جا ڪيترائي جلد پڻ ڇپجي پڌرا ٿيا هئا. اتي ڀيرومل کي اها کوٽ محسوس ٿي تہ سنڌي ٻوليءَ جي اونهي اڀياس لاءِ ڪو هڪڙو ڪتاب بہ نہ آهي. ڪيترن کي اها بہ سڌ نہ آهي تہ ڇو لاڙ جي ٻولي هڪڙي، وچولي جي ٻي ۽ سرحد سنڌ جي وچائين ٽين ٻولي آهي، ۽ کهڙي سبب شڪارپور جي ٻولي سيني کان ميٺاج ۾ سرس آهي؟ ان جو ڪارڻ سندس سمجهہ ۾ اهو هو تہ عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ جو اتهاس اسان وٽ آهي ئي ڪونہ. جنهن مان انهن ڳالهين جو پتو پوي جن اسان جي ٻوليءَ تي اثر ڪيو.

ان ڪري هن ساندهہ ٽي سال محنت ڪري، ڏيڍ سؤ کن ڪتابن مان قديم سنڌ جا احوال ويهي ڪڍيا ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي پيدائش، رچنا ۽ اوسر جي لکل پهلن کي جاچڻ ۽ اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڪري هي ڪتاب هڪ طرح سان سنڌين ۽ سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب جو گڏيل اتهاس آهي. ائين ڇو ڪيو اٿس، تنهن جو سبب ڄاڻائيندي لکي ٿو تہ:

"ٻوليءَ جيٌ تاريخَ معنيٰ ٻوليءَ جي تبديل جي تاريخ. ٻوليءَ ۾ تبديل ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ آڻين ٿا. تنهنڪري جنهن ٻوليءَ جي تاريخ لکجي تنهن ۾ پرڳڻي جي ماڻهن جو ذڪر به ضرور ڪجي. انهيءَ سبب سنڌ جي تاريخ ۽ ان جو جيڪو اثر ٻوليءَ تي ٿيو آهي، سو ڄاڻايو اٿم.

ٻولي ۽ ساهت پاڻ ۾ ڳنڍيا ڳتيا پيا آهن. ساهت جو مدار ٻوليءَ تي ۽ ٻوليءَ جو ماڻهن تي. تنهنڪري هن ڪتاب ۾ اهو به ڄاڻايو اٿم ته سنڌي ساهت جي ترقي ڪيئن ٿي- مطلب ته هن ڪتاب ۾ ٽي تاريخون آهن. سنڌ جي تاريخ، ٻوليءَ جي تاريخ ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ." (1)

ڪتاب ۾ ٻولين جون ڪوڙناڻون، قديم سنڌ ۽ اڻ آرين جون ٻوليون، آريه لوڪ ۽ سنسڪرت، سنڌيءَ جو ٻين ٻولين سان ناتو، سنڌيءَ جون اُپڀاشائون، ٻولين جي وچ ۾ فرق، سنڌي لغت، اصطلاح ۽ پهاڪا، مسلمانن ۽ انگريزن جي حڪومت جو سنڌيءَ تي اثر، ٻوليءَ جي تبديل ۽ واڌارو، اکرن تي ويچار، سنڌيءَ جون خوبيون ۽ خاصيتون، لفظن جي بناوت، سنڌي صرف جا اصول وغيره موضوعن تي روشني وڌي ويئي آهي.

ڪتاب ۾ سنڌ جي سياسي تاريخ، ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ادب جي تاريخ هڪ ٻئي سان الجهي پئي آهي. ڪٿي ٻوليءَ جي تاريخ سنڌ جي تاريخ پنيان لڪيو وڃي، ته ڪٿي سنڌ جي تاريخ، ادب جي تاريخ پنيان لڪيو وڃي. ان ڪري ڪنهن به هڪ پهلوءَ جي اوسر جو ترتيبوار سلسلو جڙي نه سگهيو آهي. البت، ان نقصد کان ليکڪ پاڻ به باخبر نظر اچي ٿو، ڇو جو ڪتاب جي "منڍ" جي آخرين جملن ۾ چيو اٿس ته:

"جيڪڏهن پڙهندڙن ٻوليءَ جي اونهي اڀياس لاءِ چاهه ڏيکاريو، ته "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" نالي ڪتاب جلد ڇپائي پڌرو ڪندس، جنهن ۾ تاريخي احوال ٿورو ۽ ٻوليءَ جو ذڪر گهڻو آهي." (2)

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي هڪ ڳالهه طرف ڌيان ڇڪايو آهي ته گريئرسن توڙي ٻين ڪن پاشا وگيانين جنهن طريقي سنڌيءَ ۽ ٻين هاٺوڪين آريه ٻولين جي اوسر سمجهائي آهي، انهيءَ کي به هن ڪتاب ۾ نيڪ طرح پيش نه ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر جيٽلي ائين به چيو آهي ته ڪتاب ۾ ڪن ڪن هنڌن تي پيرومل کي

حقيقتن جون غلطيون بہ ڪيون آهن. مثال طور هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ، "ديوان ننديرام سيوهاڻيءَ "تاريخ طاهري" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو"، جا ڳالهہ صحيح نہ آهي. اهڙيءَ نموني هن غلطين جا هڪ ٻہ ٻيا بہ مثال ڏنا آهن.(3)

بهرحال، ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هي ڪتاب لکي ڀيرومل سنڌي لسانيت جي حلقي ۾ هڪ بنيادي ڪم ڪري، اهميت ڀريو ڪارنامو سرانجام ڏنو. هن جو مقصد اهو هو تہ سنڌيءَ جي علم ۽ ادب ۾ چاهہ رکندڙن ۾ ٻوليءَ جي تاريخ واري، ان وقت تائين اڻ ڇتل وشيہ لاءِ چاهہ پيدا ڪجي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌ ۾ 1941ع ۾ نڪتو هو. ان بعد اسان جي ڄاڻ موجب ٽي ڇاپا ٻيا 1956ع، 1966ع ۽ 1972ع ۾ سنڌ مان شايع ٿيا آهن ۽ پڻ دهلي يونيورسٽيءَ وارن ديوناگري سنڌيءَ ۾ بہ ان جو ڇاپو شايع ڪيو آهي.

## سنڌي ٻولي:

هي ڀيرومل جو لکيل ننڍڙو ڪتاب آهي. "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" واري وڏي ۽ باتفصيل ڪتاب لکڻ کان گهڻو اڳ فيبروري 1925ع ۾ سنڌي ساهتيہ سوسائٽي، ڪراچيءَ جي ماهوار رسالي جي سيريز ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هئائين. ان کان هڪ سال اڳ هو ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جي ليڪچرار طور مقرر ٿيو هو. هن ڪاليج جي شاگردن کي سنڌي ٻوليءَ جي مختصر ڄاڻ ڏيڻ لاءِ 22 صفحن واري هيءَ ڪتابڙي لکي. هن ۾ سنسڪرت، پراڪرت، پالي، سنڌي ٻوليءَ جي نمونن، آئيوينٽيا- عربي ۽ فارسي اکرن، هندستاني، هندو سنڌي ۽ گرمکي اکرن، ٻولي، آواز، اکر، لفظ، عبارت، آڳاٽي تواريخ، سنڌي نظم، سنڌي نثر وغيرهہ وشين تي روشني وڌي ويئي آهي.

## غريب اللغات (1907ع):

ڀيرومل جي ناهيل هن ننڍي ڊڪشنري (شبد ڪوش) ۾ شاهہ جي رسالي جي ڏکين لفظن جون معنائون واضح ڪيون ويون آهن. "غريب اللغات" جو مطلب آهي "غريب" (سندس تخلص) جي ناهيل ڊڪشنري (لغات). هن ڏنو تہ رسالي پڙهڻ جو چاهہ ماڻهن ۾ تمام گهڻو آهي، پر ڏکين لفظن سبب ڪجهہ منجهن ٿا ۽ جيڪڏهن انهن کي ڪو معنائن جو ڪتاب ميسر ڪري ڏجي تہ هوند ان کي ڇهٽي پون. ڀيرومل ماڻهن جي ان ضرورت کي محسوس ڪندي هن صديءَ جي

شروعاتي سالن ۾ شاهه جي رسالي جي اُهنجن لفظن ۽ جملن جي معنائن جو ڪتاب جوڙڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. هن ڪتاب ۾ هن پنهنجي شخصي اپياس ۽ ڪوشش سان هٿ ڪيل معنائون ڏنيون آهن ۽ ان ڏس ۾ هن مرزا قليچ بيگ جي شاهه جي بيتن جي معنائن بابت تيار ڪيل لغت جي دستخط ۽ هڪ آخوند عبدالرحيم بن محمد وفا عباسيءَ جي تيار ڪيل شاهه جي بيتن جي معنائن واري لغت ۽ ٽرمپ صاحب جي رسالي ۾ ڏنل معنائن کان به مدد ورتي. لائق مصنف جي ايمانداري ۽ چڱ مڙسائي ان مان ظاهر آهي جو هر معنيٰ جي اڳيان برئڪيٽ ۾ ڄاڻايو اٿس ته هي معنيٰ فلاڻي جي ٻڌايل آهي ۽ هيءَ فلاڻي جي. (6)

هن لغت ۾ پيرومل، شاهه جي رسالي جي ٽن سرن- سر يمن ڪلياڻ، سر ڪلياڻ ۽ سر ڪنيات جي اهنجن لفظن ۽ جملن جون معنائون سمجهايون آهن. سندس ارادو رسالي جي سڀني سرن جي ڏکين لفظن ۽ جملن جون معنائون لکي ۽ ڇپائي پڌريون ڪرڻ جو هو، پر ائين ٿي نه سگهيو.

هتي اسان کي ان ڳالهه جو تصور ڪرڻ گهرجي ته پيرومل هي ڪتاب ان وقت ڇپايو، جنهن وقت تائين ان ڪيتر ۾ اڃا گهڻو ڪم نه ٿيو هو. مرزا قليچ بيگ جو "لغات لطيفي" جيتوڻيڪ هن صاحب لکي رکيو هو، پر شايع بعد ۾ ٿيو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ به پنهنجو مشهور "شاهه جو رسالو" (معنائن ۽ شرح سان گڏ). گهڻو پوءِ شايع ڪرايو. "غريب اللغات" ۾ پهريان ست صفحا "منڍ" جا آهن، جن ۾ شاهه جي رسالي جي اهميت ۽ لغات لکڻ جي مقصد وغيره تي روشني وڌل آهي. ان بعد ڇهن صفحن ۾ "شاهه جو ٿورو ذڪر" ڏنل آهي ۽ پوءِ 52 صفحن تائين ڏکين لفظن جون معنائون ڏنل آهن.

پيرومل جي هن ڪتاب کان اڳ جيڪي شاهه جي رسالي جي ڏکين لفظن جو معنائون لکڻ جون ڪوششون ٿيون، تن جي ۽ پيرومل جي ڪوشش جي ڀيٽ ڪرڻ سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته پيرومل معنائن ڏيڻ ۾ پنهنجي نظر جي دائري کي وڌيڪ وسيع رکيو آهي. مثال طور قليچ بيگ "مهيسر" لفظ جي معنيٰ ڏيندي ڇيو آهي: هندڪو نالو خدا جو، پير مغان (لغات لطيفي، ص 12). ٻئي طرف پيرومل وري مهيسر جي معنيٰ ڏيندي لکيو آهي: مهيسر- مها ايشور يعني شويا پيرم، جنهن جي مورت تي گنٽيوال وڪري ڪرڻ کان اڳ شراب جا ڇنڊا وجهندا آهن. (غريب اللغات ، ص: 11)

پيرومل لفظن جي معنيٰ ڏيندي، ڪيترن هنڌن تي ڀاشا وگيان جي اصولن موجب لفظن جي تبديل طرف اشارا به ڪيا آهن. مثال طور ڪر= ڪل= خبر (ر ۽ ل پاڻ ۾ مٽيا آهن، جيئن جر=جل يا ڪرتار= ڪلتار) اهو ئي پيرومل وارو نمونو آهي، جيڪو بعد ۾ ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ به پنهنجي "شاهه جو رسالو" ۾ وڌيڪ وصعت سان ڪم آندو آهي. هيءَ ڪتاب پيرومل 1907ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جڏهن هو ڪليڪٽر (سالٽ روينيو، سنڌ) جي آفيس ۾ ڪلارڪ هو.

## وڏو سنڌي وياڪرڻ (صرف نحو):

پيرومل صاحب سنڌي ٻوليءَ جي گرامر جو به گهرائيءَ سان ابياس ڪيو هو. هن ڏٺو ته سندس وقت ۾ جيڪي سندس گرامر اسڪولن ۾ پاڙهيا پئي ويا، سي بلڪل هيٺين درجن جي ڏانوَ جا هئا، باقي مٿين درجن لاءِ توڙي سنڌي ٻوليءَ جي زياده ابياس ڪرڻ لاءِ ڪو وڏو گرامر موجود ڪونه هو. انهيءَ اوڻائيءَ کي پورو ڪرڻ لاءِ، هن سنڌي ٻوليءَ جي گرامر بابت پنهنجي ابياس سان گڏوگڏ سنسڪرت، فارسي ۽ ڪيترين هندستاني ٻولين جي گرامر تي غور ڪري، وولنر واري پراڪرت گرامر، سرگريئرسن جي لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا ۽ پروفيسر هوتچند گربخشاڻي واري شاهه جي رسالي ۽ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي اڳ لکيل گرامر کي اڳيان رکي سنڌي ٻوليءَ لاءِ هي وڏو ويا ڪرڻ تيار ڪيو، جو 1925ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين. البت هن ڪتاب تيار ڪرڻ ۾ هن گهڻي مدد ٽرمپ واري گرامر تان ورتي، جيڪو سنه 1872ع ۾ جرمنيءَ مان شايع ٿيو هو، جا ڳالهه ليکڪ خود پنهنجي ڪتاب جي مُنڍ ۾ تسليم ڪئي آهي.

هيستائين سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻ بابت ڪتاب ڇپيا آهن، تن ۾ شري پيرومل جي هن "سنڌي وياڪرڻ" کي خاص اهميت حاصل آهي. هن پستڪ ۾ ليکڪ ٿوري ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بيهڪ ۽ خاصيتن بابت گهڻو ڪجهه هڪ ئي هنڌ سمائي رکيو آهي. وياڪرڻ جا نيم سمجهائيندي هن مثالن ۽ سندن طور شاهه جي رسالي ۽ ٻين ساهتڪ پستڪن مان ڪيترا حوالا پڻ پيش ڪيا آهن. هن ڪتاب جي مکيه خوبي اها آهي ته هن ۾ ڪيترن هنڌن تي سنڌي لفظن ۽ وياڪرڻ وارن ٻين روپن جي اوسر تي پڻ روشني وڌي ويئي آهي.

"سنڌي وياڪرڻ" جو پهريون ڇاپو 1925ع ۾ ۽ ٻيون ڇاپو 1926ع ۾ شايع ٿيو هو. تازو 1977ع ۾ ڀارت ۾ ۽ 1986ع ۾ سنڌ ۾ هن ڪتاب جا نوان ڇاپا شايع ٿيا آهن. سنڌ واري ڇاپي ۾ ٽيون ۽ چوٿون ڀاڱو به ڏنو ويو آهي، جو ڀارت واري ڇاپي ۾ نه آهي.

ننڍڙو سنڌي وياڪرڻ:

"سنڌي وياڪرڻ" نالي وڏو ڪتاب شايع ڪرڻ کان اڳ ڀيرومل صاحب شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ سان گڏجي "ننڍڙو سنڌي وياڪرڻ" نالي هي ڪتاب شايع ڪيو هو، جيڪو چوٿين ۽ پنجين سنڌي ۽ پهرئين انگريزي وارن ڪلاسن جي شاگردن لاءِ درسي ڪتابن طور لکيو ويو هو.

گلقند (ٻه ڀاڱا):

ڀيرومل مهرچند جي لکيل هن ڪتاب ۾ سنڌي پهاڪا، چوڻيون ۽ اصطلاح معنيٰ ۽ وضاحت سان درج ٿيل آهن. ڀيرومل جو خيال هو ته پهاڪن ۽ اصطلاحن ۾ نج سنڌي ٻولي ڪم آيل هجي ٿي. انهن جي ڪم آڻڻ سان مضمون به نهايت سهڻو ۽ سلوڻو ٿئجي ٿو. ان ڪري هن سنڌي ٻوليءَ جي ان قيمتي سرمايي کي محفوظ رکڻ لاءِ ڪوشش ورتي. ڪتاب جي منڍ ۾ لکيو اٿس ته، "مون ورهين کان ڪيترين چوڻيون ڪنيون پئي ڪيون آهن، جن مان حال اڍائي هزار چوڻيون هن ڪتاب ۾ آنديون اٿم."

هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ 912 پهاڪا آهن، جن مان ڪي "گلشڪر" ۽ ٻين پهاڪن جي ڪتابن مان چونڊي وڌا ويا آهن ۽ ڪي اهڙا آهن، جيڪي اڳ ڪٿي نه ڇپيا هئا. ڪي چوڻيون، جن پٺيان ڪي ڪهاڻيون آهن، تن سان گڏ اهي ڪهاڻيون به ڏنيون ويون آهن.

ڪي اهڙا پهاڪا، جن جا هم معنيٰ پهاڪا انگريزي، هندي، اردو يا ٻين ٻولين ۾ آهن، ته انهن اڳيان اهڙا پهاڪا به ڏنا ويا آهن. خاص ڪري پهرئين ڀاڱي ۾ ته اڪثر سنڌي پهاڪن جي سامهون هم معنيٰ انگريزي پهاڪا به ڏنا ويا آهن، جيڪي، ليکڪ خود تسليم ڪيو آهي ته فئلن صاحب، هينري بان ۽ ديوان روچيرام جي ڪتابن تان ورتا ويا آهن.

ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ 1450 اصطلاح ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌيءَ ۾

اهڙا ڇيندا ۽ اثردار پهاڪا ۽ اصطلاح ڏنل آهن، جيڪي بئي ڪتي ملڻ مشڪل آهن، جنهنڪري پهاڪن جو هي سنگرهه سنڌيءَ ۾ اهميت پري جاءِ رکي ٿو.

بن ڀاڱن ۾ ڪتاب ڀيروملصاحب 1928ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو. جنهن وقت هو ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار هو. ڪتاب ۾ جملي 230 صفحا آهن.



# مضمون نگار

مضمون بہ نظم وانگر ئي ادب جي شخصي يا داخلي شاخ آهي، جنهن ۾ ليکڪ نظم گو وانگر مکيہ طرح پنهنجن ئي ويچارن ۽ ڀاونائن کي اظهار ڏئي ٿو. برک فرانسيسي مضمون نويس مونتين (Montaigne) چيو آهي تہ، "پنهنجن مضمونن ۾ مان خود پنهنجي چٽرڪاري ڪريان ٿو." پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ مضمون تي ويچار ڪندي هڪ هنڌ لکيو آهي تہ، "ناول ۽ ناٽڪ زندگيءَ جو آئينو آهن تہ شعر ۽ مضمون شاعر يا ليکڪ جي شخصيت جو آئينو". (1) دراصل اهو شخصي پهلوءُ ئي آهي، جنهن جي مضمون ۾ اهميت آهي. مضمون ۾ ليکڪ جي شخصي ڄاڻنائن، هن جي پنهنجن ويچارن ۽ ڀاوناٺن، آشائن آڪانڪيائن، پسندين- ناپسندين ۽ شخصي دليلن جي اظهار کي ئي اهميت آهي.

سنڌيءَ ۾ مضمون نويسيءَ جي شروعات ڌرمي ۽ اخلاقي يا سماج سڌار وارن مضمونن سان ٿي. ديوان ڪوڙي مل کلناڻيءَ ڏالن جي تعليم واري وشيہ تي 1862ع ڌاري "پڪو پهہ" ڪتاب لکي، ان جي شروعات ڪئي، جنهن ۾ ان وشيہ تي لمبو مڪمل مقالو هو، جو بہ مضمون نويسيءَ جو ئي هڪ قسم آهي. ديوان صاحب سماج سڌار، اخلاقي ۽ ڌرمي وشين تي ٻيا بہ ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيا. مرزا قليچ بيگ وري مذهب ۽ اخلاقي موضوعن سان گڏوگڏ، فلسفائن، زرعي، جاگرافيائي فطرتي ۽ ٻين ڪيترن موضوعن تي مضمون ۽ مقالا ٻين ٻولين مان سنڌيءَ ۾ آڻي ۽ ڪي طبعزاد مضمون پيش ڪري، سنڌي مضمون نويسيءَ ۾ گونا گونيت آندي. ديوان ڏيارام گدومل وري اخلاقي ۽ ڌرمي وشين سان گڏ اوچ فلسفاڻا ۽ روحاني نقطن وارا مضمون لکي مضمون نويسيءَ ۾ اونهائي پيدا ڪئي.

پيرومل مهرچند جي ادبي منچ تي اچڻ تائين سنڌي مضمون نويسي چڱو اوج کي پهچي چڪي هئي، جنهن ۾ پرمانند ميوارام، چيئمل پرسرام، لعل چند امر ڏنو مل، پرنسيپال صاحب سنگهه شاهاڻي، ڏيارام وسڻ مل، پرنسپال لالسنگ اجواڻي جهڙا ۽ ٻيا ڪيترا برک ليکڪ ان کي برجستگي ۽ گونا گونيت بخشي رهيا هئا. انهن سڀني ۽ ٻين به ڪن مضمون نويسن کي سنڌي مضمون نويسيءَ ۾ قابل ذڪر جاءِ حاصل آهي. پر جيڪا ڳالهه پيرومل مهرچند کي ٻين کان جدا ڪري بيهاري ٿي، سا آهي سندس مضمونن تي سندس شخصي لاڙي جي ڇاپ. هونئن ته ڪاڪي پيرومل رواجي طرح بياني، ڌرمي ۽ اخلاقي مضمون به لکيا، پر هن خاص ڳالهه اها ڪئي، جو پنهنجي شخصي رجحان موجب وڏي تعداد ۾ تواريخي ۽ کوجناتمڪ مضمون لکي، سنڌي مضمون نويسيءَ جي حلقي ۾ ان قسم جي کوٽ جو نه صرف پورائو ڪيو پر ان شاخ کي مالامال به ڪيو.

ڪاڪو پيرومل پنهنجن مضمونن ۾ رواجي يا عام-طرح مهيا ڳالهيون ڪونه آڻيندو هو. هو پنهنجي وشيه ۾ تمام اونهو وڃي، آتال پاتال مان ڳولهي، ان وشيه بابت مڪمل ڄاڻ حاصل ڪري، ان کي وزنائتي ڍنگ سان، سڌي سنواٽي، پر ٺيٺ ۽ پختي ٻوليءَ ذريعي اظهار ڏيندو هو. سندس "انڊس" نالي مضمون، جو ڪراچي رابندر ناٿ ڊراماٽڪ ڪلب جي "انڊس" مخزن جي 1935ع واري پرچي ۾ ڇپيو هو، تنهن مان هڪ ٽڪر هيٺ ڏجي ٿو، جو هن استاد ليکڪ جي اونهي ڄاڻ ۽ اعليٰ زبان دانيءَ جي ساک پري ٿو. لکي ٿو:

"انڊس" لفظ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "سنڌو" معنيٰ "سمنڊ"، پوءِ معنيٰ "وڏي ندي"، پڻ انهيءَ نديءَ جي ڪناري وارو ملڪ. جو اڄ تائين "سنڌ" سڏجي ٿو...

پنجاب جو ٽاڪرو لوڻ (Rock Salt) اڄ تائين "سينڌو لوڻ" يعني سنڌ جو لوڻ سڏجي ٿو، ڇاڪاڻ ته اهي لوڻ وارا ٽڪر اڳ ۾ سنڌ جي اندر هئا. "انڊس" يا "سنڌو"، لفظ جو ڌاتو آهي "سيند" (Syand)، معنيٰ "وهڻ". مطلب ته سنڌو اها جا سداءِ پئي وهي. پروفيسر مئڪس ملر جي خيال موجب "سنڌو" لفظ جو ڌاتو آهي "سڌ" (Sidh)، معنيٰ رکي ونڻ، بچاءُ ڪرڻ. مطلب ته سنڌو ندي جتان جتان وهي ٿي تن هنڌن جو بچاءُ آهي ۽ ڌاڪار وغيره کان رکي وٺي ٿي.

سنسڪرت لفظ "سنڌو" جو اچار آڳاٽن ايراني لوڪن ڦيرائي ڪيو "هنڌو"... جو ايراني لوڪ عام طرح "س" کي ڦيرائي "ھ" ڪندا آهن... ۽ نڪ جو اچار ڪڍي ڇڏيائون. عيسائين جي بائيبل ۾ "سنڌو" جو اچار "هودو" (Hoddu) آهي. قديم ايراني ٻوليءَ ۾ "ڌ" جو اچار آهي ۽ بائيبل ۾ "د" جو اچار آهي "سنڌوءَ" جو اچار پوءِ جي فارسيءَ ۾ ڦري ٿيو "هندو". گهڻي لڙھ وچڙ ڪري ايرانين کي پوءِ خبر پيئي تہ "ن" جو اچار ڪرڻو آهي. "هندو" لفظ جي اصل معنيٰ هئي "سنڌونديءَ جي ڪناري تي رهندڙ."

سندس شخصيت جي لسانياتي ماهر واري ڇاپ سندس ڪيترن مضمونن تي نمايان آهي. سندس "تير اندازيءَ جي تاريخ ۽ "دال مصالح چٽڻيءَ سان!" سندس وسيع اڀياس ۽ گهري لساني ڄاڻ ۽ پڻ سليس ۽ دلچسپ لکڻيءَ جي ساک ڀرين ٿا. "تير اندازيءَ جي تاريخ" ۾ شر يعني تير لفظ جي وياکيا ڪندي لکي ٿو:

"شر" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "شر" ۽ اهو هندن جي رگ ويد جي منڊل پهرئين (سوڪت 100، منتر 18) ۽ ٻين ڪن منڊلن ۾ ڪم آيل آهي. سنڌو ماٿر ۾ سرجام ٿئي ٿو. سر جي ڳاھ ۽ ڪانن کي سڻي ڪٽي مڃ ڪندا آهن ۽ انهيءَ مان نوڙيون وٽيندا آهن. آڳاٽن آرين انهيءَ سر جي ڪانن مان تيرن جوڙڻ جو رواج جاري ڪيو. جنهنڪري اڄ تائين سر جي هڪڙي معنيٰ آهي ڪانو ۽ ٻي معنيٰ آهي تير. تير کي ٻاڻ (سنسڪرت ٻاڻ) بہ چئبو آهي ۽ سنسڪرت ۾ ان جي ٻي معنيٰ ڪانو بہ آهي. خود ڪانو (سنسڪرت ڪانڊ) مان ٻيو لفظ ڪان جڙيو آهي، جنهن جي بہ معنيٰ آهي تير. هن لفظ جي بنياد تي ويچار ڪري چئبو تہ "ڪان" تير اهو آهي جو ڪاني مان ٺهيل آهي." الخ.

ڀيرومل فقط تاريخي، تحقيقي، لساني ۽ علمي موضوعن تي ئي مضمون ڪونہ لکيا. سندس خيال کي لاثاني وسعت حاصل هئي ۽ هن جي مضمونن ۾ موضوعن جي گوناگونيت ۽ انهن موضوعن سان سندس نياءُ ڏسي دنگ رهجي ٿو وڃبي. "ساجهہ"، "پريتم جو مهاتم" جهڙا امورُرت (Abstract) وشيہ هجن يا "اک يا "سارنگ"، "جهڙا مورت دار وشيہ. هن هر وشيہ تي طبع آزمائي ڪئي ۽ ان سان نباهيو.

پيرومل مهرچند تاريخي، تحقيقي، علمي، مذهبي سير سفر وارن موضوعن، پنهنجي وقت جي پنگتي ۽ علمي مسئلن ۽ مها پرشن ۽ شاعرن جي جيون بابت ڪئين مضمون لکيا. جيڪي اڪثر سنڌو، مهراڻ، اندس، سرسوتي، ڦلواڙي وغيره مخزنن ۾ ڏي. جي سنڌ ڪاليج مسلنيءَ وغيره ۾ ڇپجندا رهندا هئا. "سنڌو" رسالو، جيڪو بولچند راجپال ڪيندو هو، ان جو ته ڪو اهم ترين مضمون نگار هو. ان رسالي ۾ هن استاد ليکڪ جا اونهي ڪوجنا وارا مضمون اڪثر ڇپجندا رهندا هئا. جيڪي ڪڏهن ته ٽن ٽن، چئن چئن قسطن ۾ پورا ٿيندا هئا.

پيرومل صاحب سنڌي مضمون نويسيءَ کي همٿائڻ ۽ اسڪولي ۽ ڪاليجي شاگردن جون درسي ڪتابن واريون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ سنڌي مضمونن جا ٻه ڪن انتخاب (سنگرهه) تيار ڪري، شايع به ڪيا هئا. جيڪي هن طرح آهن:

## گلزار نثر:

مضمونن جو هي مجموعو 1929ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هئائين. جنهن ۾ جدا جدا ليکڪن جا 40 کن چيدا ليک، جدا جدا موضوعن تي لکيل، شامل هئا. هن ڪتاب جو مهاڳ شري لال سنگ هزاري سنگ اجواڻيءَ لکيو هو ۽ پيرومل صاحب خود هن ۾ مضمون نويسي جي اصولن بابت هڪ ڪارگر ليک لکيو هو. هي ڪتاب ساڳئي ئي سال مئٽرڪ جي درجي لاءِ درسي ڪتاب طور منظور ٿيو هو ۽ ڪيترائي سال انگريزي ڇهين درجي تائين پڙهائڻ ۾ ايندو رهيو. هن مجموعي ۾ پيرومل جي مضمونن کان سواءِ، ٻين به نامور ليکڪن جهڙوڪ ڊاڪٽر دائود پوٽي، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ڪوڙو مل چندن مل، مرزا قليچ بيگ، پرمانند ميوارام ۽ لعل چند امر ڏنو مل وغيره جا مضمون پڻ شامل هئا.

## بهار نثر:

(Choicest Selection from Mo'ern Prose) مضمونن جو هي ڳٽڪو، پيرومل 1932ع ۾ تاليف ڏيئي، شايع ڪيو. جن ڏينهين هو ڏي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار هو. هن مجموعي ۾ به 40 چونڊ ڌرمي، اخلاقي، تعليمي، قدرت جي نظارن، قديم سنڌ جي احوالن، سير سياحت بابت

مضمون شامل هئا ۽ هي ڪتاب پڻ مشترڪ وارن لاءِ منظور ٿيو هو. هن ڪتاب ۾ 204 صفحا آهن.

پيرومل صاحب جي، هيءَ مجموعو تاليف ڪري ڇپائڻ پٺيان هڪ مراد هيءَ به هئي ته اهو مضمون نويسيءَ لاءِ رهبر ٿي ڪم اچي. ان ڪري ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ "مضمون نويسيءَ بابت ڪي هدايتون" پڻ ڏنيون هئائين، جن ۾ ڏيکاريو هئائين ته سٺو مضمون لکڻ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون خيال ۾ رکڻ ضروري آهن.



# ڪٿاڪار

پيرومل مھرچند "ڪھاڻيون" ۽ "ناول" بہ لکيا. ان زماني ۾ ڪا ريت ٿي اھڙي ھئي جو ائين سمجھيو ويندو ھو تہ ليکڪ معنيٰ ساھت جي ھر صنف تي قلم ھلائيندڙ. جيڪو جيترين وڌيڪ صنفن تي لکي سگھي اھو اوترو ئي وڏو ۽ مشھور ليکڪ سمجھيو ويندو ھو. منوھرداس ڪوڙو مل، لعل چند امر ڏنو مل، چيتمل پرسرام، پيرومل مھرچند ۽ گھڻا ئي بيا ان ڳالھہ جو مثال آھن. ان ڳالھہ جو اثر چالو دؤر جي ليکڪن پروفيسر رام پنجواڻي، ڪيئلداس "فاني" وغيره تي بہ نمايان آھي.

پيرومل صاحب چار ڪن اصلوڪا ڪٿاتمڪ ڪتاب لکيا جيڪي آھن، "آنند سندريڪا"، "موھني بائي"، "پريم جو مھاتم" ۽ "ورِيل ۽ نعمت". انھن ۾ پھريان ٽي پنڪتي ۽ اخلاقي قسم جا قصا آھن ۽ چوٿون جاسوسي قسم جو ڪتاب آھي. جيئن ناٽڪن لکڻ پٺيان، تيئن ئي پنڪتي ۽ اخلاقي "قصا" لکڻ پٺيان بہ پيرومل جو مقصد سماج ۾ ڦھليل خرابين ۽ اوڻاين جي اوگھڙ ڪرڻ جو رھيو آھي. ھنن ڪتابن ۾ ليکڪ پنھنجي خيالن جي اظھار ۽ سنديش جي ڦھلاءَ جي مقصد لاءِ ڪي ڪردار خلقي، سماجڪ براين کي اجاگر ڪيو آھي ۽ انھن کي درست ڪرڻ لاءِ تجويزون ۽ اپاءَ بہ پيش ڪيا آھن. ھن ڪن آدرشي ڪردارن ۽ مثالي شخصيتن کي اپاري، بنيادي سماجڪ ۽ انساني قدرن جي حمايت ڪري، انھن کي وري استاپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آھي.

پيرومل مھرچند جا لکيل ڪٿاتمڪ ڪتاب ھن طرح آھن:

1- آنند سندريڪا :

ھي ھڪ دڪانت قصو آھي، جيڪو پيرومل صاحب 1910ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

هن قصي جي نائڪا سندريڪا ۽ نائڪ آنند آهن. نائڪا هڪ آدرش، گڻ ونتي، پڙهيل، ڳڙهيل، سيل ستيا واري ۽ چريتر وان پاندري آهي، جنهن جو آنند نالي ڪريل ۽ بداخلاق پتيءَ سان پاند اٽڪي ٿو.

هن ڪتاب جو ذڪر ڪندي، پيرومل صاحب خود لکيو آهي ته، "جن صاحبن اهو پڙهيو هوندو، تن کي خبر هوندي ته انهيءَ ڪتاب ۾ توڙ تائين ڏکن جون ڳالهيون آهن. انهيءَ قصي کي غمناڪ ڪرڻ جو منهنجو اهو مطلب هو ته من اهي ڏک پريون ڳالهيون اسانجن پائرن ۾ ڪا رحم جي رتي پيد ڪن، ته اپلائن سان جيڪي وٺل ڏيتي ليتي ۽ مردن جي جيئري تي جيئري شادي ڪري وهن ٿا، تن کي بند ڪرائڻ لاءِ ڪي اپاءَ ڪن." (1)

2- موهني بائي:

هي ڪتاب "آنند سندريڪا" قصي جي ٻئين ڀاڱي جي روپ ۾ آهي، جو 1917ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿيو. هي ڪتاب سڪانت قصو آهي.

هن قصي ۾ ليکڪ ڏيتي ليتي، جيئري تي جيئري شاديءَ جي بدعتن ۽ زالن جي تعليم، ان وقت جي ٻين برندڙ مسئلن تي روشني وجهڻ سان گڏوگڏ، ڪنيائن کي ڪمائتي سکيا ڏيڻ، گهرو ڪفايت، اجاين خرچن گهٽائڻ، حيدرآبادين ۽ ڀهراڙين وارن وچ ۾، هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ ڀائپي پيدا ڪرڻ جي ڳالهين تي به زور ڏنو آهي ۽ پڻ نوڪريءَ جي گهٽتائي ۽ ان ۾ ڪيتي وڏي واپار واري اصول تي به زور ڏنو آهي.

اڄ ڪان 70 سال اڳ ۾، ليکڪ استري پرش جي برابري پرين اڌڪارن بابت موهني بائيءَ جي سوچ جي ماڊيم سان جيڪي ويچار ظاهر ڪيا آهن، سي اڄ جي سڀيه سماج لاءِ به رشڪ جو باعث ٿي سگهن ٿا.

جيتوڻيڪ فن ۽ رتا جي خيال کان پيرومل جي هنن قصن ۾ گهڻيون خوبيون نه ملنديون پر جيستائين ڪردار نگاريءَ جو ۽ پنهنجن ويچارن جي سنديش ڦهلائڻ جو سوال آهي، تنهن ۾ ڪاڪو پيرومل ڪامياب رهيو آهي.

3- پريم جو مهاتم

هي پيرومل صاحب جو لکيل هڪ ننڍڙو اخلاقي رسالو آهي، جنهن ۾ هن

صبر، سهن شيلتا، قرب پرئي ۽ ٻاجهاري سياءَ جي مهما جي واکاڻ ڪئي آهي ۽ انهن بنيادي انساني گڻن تي زور ڏنو آهي.

"پريم جو مهاتم" ۾ نيڪ انساني سڀاءَ تي پنهنجا ويچار ظاهر ڪندي، پيرومل لکي ٿو:

"ڪن ماڻهن جو اهڙو عمدو سڀاءُ ٿيندو آهي، جو سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ حڪمت سمجهندا آهن... اهڙو ڪو سورج سدائين سندن چت جي چوڌاري پيو چمڪي، جو سندن اندر ٻارهو ئي پيو ڀڪي ۽ جيڏانهن به نيڻ کڻي ٿا نهارين تيڏانهن نور کان سواءِ ٻيو ڪوبه نگاهه ۾ نٿو اچين."

هي هڪ ننڍو ڪتاب آهي، جو سنڌي ساهت پرچارڪ سوسائٽيءَ 1914ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هي ڪتاب 21 صفحن تي مشتمل هو ۽ هي رسالو ماڻهن ۾ ايترو ته پسند پيو هو جو سوسائٽي وارن اهو ٻيو ڀيرو به ڇپايو.

4- وريل ۽ نعمت:

پيرومل صاحب هڪ ٻهومکي پرتيا وارو ليکڪ هو. هن نه فقط ساهت جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي، پر قصا ڪهاڻيون لکندي وري هن مختلف دلچسپيءَ وارن ماڻهن جو به خيال رکيو. "وريل ۽ نعمت" پيرومل صاحب جو لکيل هڪ جاسوسي ناول آهي. انهن ڏينهن ۾ آرٿر ڪانن ڊايل جي خلقيل ڪردار، شرلاڪ هومز جاسوس ۽ ٻين رابرٽ بليڪ، سمٿ وغيره جاسوسي جا انگريزي قصا گهڻو پسند ڪيا ويندا هئا. پيرومل صاحب به ماڻهن جي پسنديءَ کي خيال ۾ رکي هي ڪتاب لکيو، جنهن ۾ هن هڪ ديسي جاسوس وريمل جو ڪردار خلقيو آهي. نعمت يا نعمت راءِ هن جو دوست آهي.

هن جاسوسي قصي ۾ پيرومل صاحب رهسيه، رومانچ ۽ انتظاريءَ وارا عناصر خوبيءَ سان آندا آهن. هڪ خون جو معاملو پيش ڪري، ان ڳجهيان لڪل راز کي تهه به تهه ويهي کوليو اٿس. هن "جاسوسي نقل" ۾ پيرومل جي منظر ڪشي ۽ ڪردار نگاري قابل داد آهي.

هي هڪ گهري راز ۽ انتظاريءَ ڀريو جاسوسي ناول آهي، جيڪو ان وقت جي عوام ۾ خوب پسند پيو هو. هن قصي جي لوڪ پريتا ان مان به ظاهر آهي جو

پھريون دفعو 16-1915ع ۾ ڇپجڻ کان 30 سال پوءِ وري ٻيون دفعو 1946ع ۾ ڊاڪٽر مائيداساڻيءَ "جاسوس" جي نالي سان ڇپايو. هن ڪتاب جو اصلوڪو ڇاپو، سنڌ ساهت سوسائٽي وارن ٽن ڀاڱن ۾ ڊسمبر 1915ع، جنوري 1916ع ۽ فيبروري 1916ع ۾، پنهنجن ٽن ماهوار شمارن جي روپ ۾ ڪڍيو هو.

انهن نسبتن وڏن قصن کان سواءِ، ڀيرومل صاحب ٻيا به ڪيترائي ننڍا ننڍا قصن ڪهاڻين جا ڪتاب لکيا، جن ۾ "حڪمتي ماجسٽريٽ"، "شيطان منجهان انسان"، "موتين جي مالها"، "ڏي ۽ وٺ"، "سنڌ جون سوکڙيون" وغيره جا نالا ڪٺي سگهجن ٿا.



# ناٽڪ ڪار

پيرومل واري زماني ۾ سنڌ ۾ ناٽڪ جو بول بالا هو: تن ڏينهن سئنيما جو رواج اڃا پيو ڪونه هو. ان ڪري جا لوڪ پريتا بعد ۾ سئنيما کي نصيب ٿي سا پهرين ناٽڪ کي حاصل هئي. اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ سنڌ ۾ ناٽڪ جي وجود ۾ اچڻ ڪان اڳ، بمبئيءَ مان ڪيترين ئي پيشيور پارسي ۽ گجراتي ناٽڪ ڪمپنين سنڌ ۾ ناٽڪ ۽ کيل (Stage Play) کي ڪافي مشهور ڪيو هو، ۽ خلق ۾ ناٽڪ ڏسڻ جو شوق گهڻو ڦهليل هو. وڪٽوريا، آلفريڊ، گيئٽي، ڪاڻاڻو، وانڪانير وغيره نالن وارين اهي ناٽڪ ڪمپنيون گهڻو تڻو ڌرمي ۽ ڪرامتن وارا يا شيڪسپيئر جا تاريخي ۽ ٻيا دکدائڪ ناٽڪ اردو ۽ گجراتي ٻولين ۾ سنڌ جي اڪثر وڏن شهرن ۾ ڪري ڏيکاريندڙيون هيون.

سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون ناٽڪ مرزا قليچ بيگ، "ليليٰ مجنون" مجنون عنوان سان 1880ع ۾ لکيو ۽ ثورو ئي پوءِ سنڌ جي پنهنجي پهرين ناٽڪ منڊلي- ڏيارام ڄيٺمل سنڌ ڪاليج اميچوئر ڊراماٽڪ سوسائٽي جي نالي سان 1894ع ۾ وجود ۾ آئي، جيڪا بعد ۾ پريا 20 سال حيدرآباد ۾ سنڌ ناٽال جي موڪلن ۾، ساندهه ٽن راتين لاءِ ناٽڪ ڪري ڏيکاريندي هئي، ان ناٽڪ منڊليءَ عام جنتا ۾ ناٽڪ لاءِ زبردست جاڳرتا پيدا ڪئي.

جيئن دنيا جي اڪثر قومن ۽ ٻولين ۾ ٿيو آهي، تيئن اسان سنڌين وٽ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ به ناٽڪ جي اوائلي دؤر تي ڌرمي وشين وارا ناٽڪ ڇانيل رهيا. ڀارت ۾ توڙي چين ۾ يا پراڻي يونان ۽ روم ۾ به عيسوي سنه کان صديون اڳ ڌرمي ناٽڪ ئي ڪيا ويندا هئا. لکيت ۾ "رامائڻ"، "مهاڀارت" ۽ منچ جي خيال کان "رام ليلائون" ۽ "ڪرشن ليلائون" ان جو جيئرو جاڳندو مثال

آهن، جيڪي اڄ بہ مشهور آهن. سنڌ ۾ جڏهن اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ ناٽڪن جو آرنڀ ٿيو تہ اهو بہ ڊرمي ناٽڪن سان، جو وشيہ ان وقت بہ سنڌي عوام ۾ گهڻو لوڪپريہ هو.

ان ئي لوڪ پسنديءَ کي خيال ۾ رکي، پيرومل مهرچند "درو پڳت" ۽ "گوپي چند" جا ڊرمي وشين وارا ناٽڪ لکيا. انهن ناٽڪن جو مرڪزي خيال بہ ان زماني جي عوام جي دلين کي ڇهندڙ ان فلسفي پٺاندڙ هو تہ "انسان هڪ بيوس ۽ ڪمزور جيوَ آهي ۽ زبردست ۽ بي رحم قدرت هميشہ ان تي غالب آهي، جا ڪيس سختيون سهائي ٿي، پريڪائون وٺي ٿي ۽ پيو تہ سچ جي ٻيڙي ڀلي ڪيترا بہ لهرون لوڏا ڏسي پر آخر ۾ اها پنهنجي منزل، مقصود کي رسي ٿي."

ڪاڪي پيرومل جو "درو پڳت" ناٽڪ، جيڪو 1919ع ۾ پريميئر پرنٽنگ پريس مان ڇپجي ظاهر ٿيو ۽ سندس "گوپي چند" ناٽڪ، جنهن جي اشاعت جو سنہ ۽ ٻيا تفصيل نہ ملي سگهيا آهن، سي مکيہ طرح اسٽيج تي آڻڻ جي مقصد سان ئي لکيا ويا هئا ۽ غالباً اهي ڪن اسڪولي ۽ ڪاليجي ڊراما گروپن طرفان اسٽيج تي پڻ آندا ويا.

پر ناٽڪن جي ڪيتر ۾، پيرومل صاحب جي جن تصنيفن جو خاص طرح ذڪر ڪيو ويندو آهي، سي آهن سندس لکيل ٺٺولي ناٽڪ. سندس ان قسم جي ناٽڪن ۾ "بزازين جو ناٽڪ"، "ٺٺولي مقدمو"، "ڏيتي ليتي ائڪٽ"، "مڙس جي مڙسي" وغيره قابل ذڪر آهن.

ٺٺولي ناٽڪن لاءِ پيرومل جو نظريو صاف هو تہ انهن جو مقصد اهو هئڻ گهرجي تہ اهي سماجڪ برايون دور ڪرڻ لاءِ آماده ڪن. پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جو "پنج ننڍڙا ناٽڪ" جو 1937ع ۾ شايع ٿيو، تنهن تي راءِ ڏيندي پيرومل مهر چند لکيو هو تہ: "منهنجي دوست ۽ همڪار ناٽڪ نويسيءَ جي اصولن جي تعريف جوڳي پيروي ڪئي آهي. مضمون بہ عمدا آهن. ڪنهن ناٽڪ ۾ گهرو حالتن جو نقشو چٽيل آهي تہ ڪنهن ۾ وري سٽ (Satire) آهي. ٺٺولي ڪيلن جي مراد ئي اها آهي تہ ٺٺولي ۾ جيڪي اوڻايون هجن، سي ڏيکاري، سڌاري جي واٽ ٻڌائجي."

سو پيرومل جي ٺٺولي ناٽڪن ۾ بہ ڏسبو تہ هن سماج سڌار جو اهو ئي مقصد

پنهنجي اڳيان رکيو آهي. سندس اهي ناٽڪ سماجي سٽ (Social Satire) وارا ناٽڪ آهن. جن ۾ طنز ۽ مذاق بہ سهڻي، اثرائتي ۽ ڪارائتي نموني آندا ويا آهن. سندس مزاحيہ طرزِ بيان کي ساراهيندي شري ڪيرت ٻاٻاڻيءَ لکيو آهي تہ، "مون ڪونہ سمجهو هو تہ ڪاڪي پيرومل جهڙو گنڀير نثر نويس ڪو مذاقي طرز بيان ڪري سگهندو. پر سندس بہ ناٽڪ "ٻڍاڙين جو ناٽڪ" ۽ "ڏيتي ليتي ائڪٽ" پڙهي دنگ رهجي ويس. نہ رڳو مذاق لکي اٿائين، پر خوب لکي اٿائين." (1)

پيرومل مهر چند انهن پنگتي ناٽڪن ۾ خاص طور اسان جي سماج جي ڪنهن ڪهني بيماري، ڏيتي ليتي تي سخت جلهہ ڪئي آهي، جڏهن تہ انهن ۾ ٻين سماجڪ براين مٿين مائٽين ڪرائيندڙن جي چال بازين، سس- نهرن وچ ۾ ترشي وارن لاڳاپن، پاڻ کي سماج جا ابا سڏائي ڪارا ڪارناما ڪندڙ پنچن ۽ مکين، مڇو مڙسن ۽ راڄ رلائيندڙ زالن جي بہ چڱي خاصي اوگهڙ ڪئي اٿائين.

"ٻڍاڙين جو ناٽڪ"، 1921ع ۾ حيدرآباد سنڌ جيَ پرڳتي شيوا منڊلي طرفان شايع ٿيو. هي ناٽڪ گهريچي چنيدي سنڌيءَ ۾ ۽ تمام روچڪ ڍنگ سان لکيل آهي ۽ اهڙو تہ وندرائيندڙ آهي جو پنهنجي زماني ۾ ڏاڍو لوڪپريہ ٿيو ۽ گهڻين ئي ناٽڪ منڊلين اهو اسٽيج تي پڻ پيش ڪيو.

پيرومل صاحب جي ٻي هڪ سماجي- سٽ "پنگتي مقدمو": ڏيتي ليتي ائڪٽ" هئي، جنهن ۾ بہ خاص مارو ڏيتي ليتيءَ تي هو. اهو 1927ع ۾ شايع ٿيو ۽ هڪ مزيدار ناٽڪ آهي، جيڪو اسٽيج تي اچي، عام توڙي خاص ۾ چڱو مقبول ٿيو.

"پنگتي مقدمو: ڏيتي ليتي ائڪٽ" هڪ فارس (Farce) آهي، جنهن جي منڍ ۾ هڪ نقلي (Mock) ڏيتي ليتي ائڪٽ ڏيئي ۽ پڇاڙيءَ ۾ ان ائڪٽ جي بنياد تي ناٽڪي مقدمو هلايو ويو آهي.

"پنگتي مقدمو: ڏيتي ليتي ائڪٽ" مختلف ناٽڪ منڊلين جدا جدا هنڌن تي اسٽيج تي آندو. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي پڻ هي ناٽڪ ڪراچيءَ جي شاهاڻي اسڪول جي سالياني جلسي ۾ پيش ڪيو هو، جنهن ۾ رامن ماءُ مائٽين واريءَ جو پارٽ چترو اتم سنگهہ تمام مزيدار نموني ڪيو هو.

ڀيرومل مهر چند جو ٻيو هڪ ننڍو ”پنگتي ناٽڪ ”مڙس جيءَ مڙسي“ (1925ع) پڻ چڱو مشهور ٿيو هو. ايتري قدر جو پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جهڙي شخص، ڪراچي ڪاليج جي 1925ع واري ساليانيءَ جلسي ۾ اهو پنهنجي هدايتڪاريءَ هيٺ پيش ڪيو هو، جنهن ۾ زنانا پارٽ ٻه مرد اداڪارن ادا ڪيا هئا.



# سچو سيلاني

پيرومل مهرچند پنهنجي "لطيفي سير" نالي ڪتاب ۾ "سچو سيلاني" مضمون ۾ جيڪي ڪجهه شاهه عبداللطيف لاءِ لکيو آهي، سو اگر خود ساڻس به منسوب ڪجي ته ڪو وڏاءُ نه ٿيندو. ان مضمون ۾ هو لکي ٿو ته، "سير ۾ تعليم آهي، پر جو اکيون کولي نه هليو، تنهن جهڙو سير ڪيو تهڙو نه ڪيو. سچو سيلاني سدائين اکيون کولي هلي ٿو ۽ هيءَ ساري قدرت، جا ڪيل ڪتاب جي مثل آهي، تنهن جو هر هڪ جزو چڱيءَ ريت جاچي، جنهن مان خسيس ڳالهين مان به وڏا وڏا سبق سکي ٿو. اهڙو سچو سيلاني شاهه لطيف هو." (1)

پيرومل صاحب ان ساڳيي معيار موجب، پاڻ به سچو سيلاني هو. سير سفر جو شروع ڪان وني ڏاڍو ڪوڏيو هوندو هو. قدرت هن لاءِ مکتب هئي ۽ هو ساري عمر قدرت جي ڪتاب کي پڙهندو رهيو. هوندئن ته سندس دلچسپي سچي انسان ذات ۽ ان جي تهذيب تمدن ۾ هئي ۽ سندس جڳياسا زمان ۽ مڪان ۾ وڏا ڏورانهان سفر ڪيا هئا، جن جو احساس اسان کي سندس "قديم سنڌ"، "موهن جو دڙو" ۽ ٻين ڪيترن ڪتابن مان ٿئي ٿو. پر هن کي پنهنجي سنڌ وطن، ان جي تاريخ، جاگرافي، ان ۾ ڳالهائجندڙ ٻولين ۽ سنڌو ماتر ۾ رهندڙ ماڻهن ۾ خاص دلچسپي هئي. وري جو ايڪسائيز کاتي ۾ نوڪري دوران جدا جدا هنڌن تي بدليون ٿينديون رهيس، سو اکيون ۽ ڪن کولي، سنڌ جو چپو چپو گهمي، هن سنڌ وطن جي جهونن مندرن، مسجدن، مقبرن ۽ منارن، تيرٿ ٽڪين، برن بحرن، جهر جهنگن، جبلن پهاڙن، وستين ۽ ويرانن، ندين، نارن، ڳوٺن شهرن، ان جي سادن سودن ۽ پرخلوص مارووئڙن، هارين نارين، ماڇين، مهاڻن، سانگين سنگهارن کي ويجهڙائيءَ تان ڏٺو. انهن سان رلي ملي انهن

ڪي پرکيائين، محسوس ڪيائين، انهن جي حال ۽ ماضيءَ بابت اڻ مئي ۽ اڪيچار ڄاڻ پڻ گڏ ڪيائين. جا هن تمام دلچسپي عبارت سان پنهنجن ٻن املهه ڪتابن "سنڌ جو سيلاني" ۽ "لطيفي سير" ۾ درج ڪئي آهي. "سنڌ جو سيلاني" ۾ هن خود پنهنجن سنڌ ۾ ڪيل سفرن جو احوال ڏنو آهي ۽ "سير لطيفي" ۾ شاهه جو رسالو جي آڌار تي، شاهه لطيف جي ڪيل سيرن سفرن دوران شاهه طرفان پيتيل ٽڪاڻن ۽ هن طرفان سفر دوران ورتل واٽن جو دلچسپ احوال آهي.

سنڌ جو سيلاني:

"سنڌ جو سيلاني" جو پهريون ڀاڱو (ٻيون ڀاڱو پوءِ ڇپيو ئي ڪونه) چيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ پنهنجي نئين سنڌي لئبرري ڪتابي سلسلي جي پشپ نمبر ستين طور، 1923ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ڪتاب جو مهاڳ به چيتمل پرسرام پاڻ لکيو هو، جنهن ۾ ڀيرومل جي لکڻيءَ ۽ ڪتاب جي موضوع تي چڱي روشني وڌي ويئي آهي.

چيتمل صاحب پنهنجي عالماڻي مهاڳ ۾ لکيو ته: "سنڌ جو سيلاني" سنڌ جي مڪانن جو سير ڪرائي ٿو، سنڌ جي تواريخ جا عجيب غريب نشان ٻڌائي ٿو. سنڌ جي قديم بزرگن جي ملاقات ڪرائي ٿو، ۽ سنڌ جي ڪهنين ڪهاڻين جي ونڊر جي لذت وٺائي ٿو. خاص ڪري شاگردن لاءِ هي ڪتاب گهڻو ڪارائتو ٿيندو، ڇو ته رواجي تاريخ جا سڪا داستان ۽ جاگرافي جا ٿڪائيندڙ بيان اڪثر پڙهڻ جو شوق گهٽائيندڙ آهن. پر هن ڪتاب ۾ تواريخ ۽ جاگرافي ٻئي ڪهاڻيءَ جي نموني ۾ ملي ونڊر ۽ هدايت ٻيون بخشين. اسين هي ڪتاب خوشيءَ سان تا سنڌيءَ جي شائقن اڳيان رکون. مسٽر ڀيرومل مهرچند سنڌ تي عاشق آهي، سنڌ جي تواريخ، ڪهاڻيون ۽ قصا، سنڌ جا راڳ ۽ ڪافيون ڏاڍيءَ محنت سان پئي ڪٺا ڪيا اٿن. گهميو به ڪنڊ ڪڙڇ آهي. هي اڃان پهريون ڀاڱو آهي، ٻيو ڀاڱو به جلد ڇپجي تيار ٿيندو، جنهن ۾ ٿر ملڪ جا سهڻا احوال، مارئيءَ جي مارو ئڙن وارا، راڻل ۽ سوڍل وارا ڏنل آهن."

پر افسوس جو ان ڪتاب جو ٻيون ڀاڱو منظر عام تي اچي نه سگهيو. جيتوڻيڪ ٿر ملڪ بابت احوال ڀيرومل پنهنجي ڪتاب "سوڍن جي صاحبي ۽ راڻن جو راڄ" ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

"سنڌ جو سيلاني" ۾ پيرومل فقط ڪراچي ۽ حيدرآباد ضلعن جي مکيه جاين، تاريخ ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪرڻيءَ جو احوال ڏنو آهي. پر اهو به ايترو ته دلچسپ جڻ ته اسين ايامڻ کان ان هنڌ جا رهندڙ هجون. ان جو انگ هجون ۽ ان جي ذري ذري سان اسان جي واقفيت هجي.

ڪراچيءَ جيءَ ڪهاڻي پنهنجي دلچسپ انداز ۾ بيان ڪندي، پيرومل لکي ٿو: "ڪراچيءَ جو هيڏو سارو شهر جوءِ عمدي بندر هئڻ سبب تڪڙي تڪڙي ترقي ڪري رهيو آهي ۽ جنهن ڪي منهوڙو ۽ ڪياماڙي، ميريويدر ٽاور ۽ ڊينسو هال، ڪاليج ۽ ان جو عجائب خانو، فريئر هال ۽ عمدا پتلا، هوا بندر ۽ ان جو ڏيداري شيئل گاهه، سرڪاري باغ ۽ ان جا عجيب غريب جانور ۽ اڻ ڏٺا ۽ اڻ ٻڌا پکي، خوشنما ۽ عاليشان عمارتون ۽ طرح طرح جا ڪارخانا هيترو ڪٺي بيٺا آهن، جنهن ڪريءَ سڄيءَ سنڌ جو نڪ ٿي ساماڻو آهي، سو 1725ع کان اڳي اتي اصل هو ئي ڪونه، جتي هاڻ ڏسون ٿا! هتي رڳو مهاڻن جا گهر هئا ۽ اڄ تائين کاري دروازي واريءَ طرف کي "مڇي مياڻي" ڪوٺيندا آهن. ڪيڏانهن مهاڻن جو ڳوٺ جو منهن، ڪيڏانهن هاڻوڪي شاندار ڪراچيءَ جي شڪل! ڪراچيءَ کي بيشڪ ڀاڳ پيرايو آهي ۽ بخت اهڙي ته ياري ڪئي اٿس جو اهو اصلوڪو غريباڻو ڳوٺڙو اڄ "ايرندي جو ستارو" سڏجي ٿو ۽ واهه جا جهلڪا پيو ڇڏي. هن وقت سڄي هندستان ۾ هي ٽيون نمبر بندر آهي ۽ ان کي سنڌ جوءِ "لورپول" ٿا سڏين. اجا به جي ولايت جي ميل سڌو ڪراچيءَ اچي ته جيڪر هي شهر بمبئيءَ کي به شهه ڏيئي وڃي."

ڪراچيءَ جي حال، ماضي، جاگرافيائي حالت جو ذڪر ڪنديءَ، واسطيدار ڏند ڪٿائون ۽ لوڪ ڪٿائون ٻڌائيندي، وري جي اچي ٿو ان جي ٻوليءَ تي پوي ته اتان جي ٻوليءَ بابت به سموري چاڻ ڏاڍي مزيدار نموني ٻڌايو ڇڏي، چي: "ڪراچيءَ ۾ جيڪي ڇاپرو، سهتا ۽ ٻيا رهن ٿا، تن جي ٻولي مزيدار آهي. هڪ لڳا ڪراچيءَ جي هڪ مائي اسان وٽ گهر ۾ ٻيٺل هئي، تنهنڪري هن جي انن ورهين جي نياڻي اسان وٽ گهر ۾ گهڻو ايندي هئي. هڪڙي ڏينهن ڏياريءَ جي صبوح جو ڏياريءَ جا مناڻ جا ٽولڙا ڊاٻلي ۾ پيل ڏسي، انهيءَ ڇوڪري پڇيو ته، "ٻوڳٽي ۾ ڪرمٽ ڪينجيءَ (ڪنهن جي) آهي؟" اسان جيءَ گهر جي ڀاتين مان ڪنهن به ڪونه سمجهيو ته ڇوڪري ڇا ٿي پڇي. آءٌ هنن

جي ٻوليءَ مان واقف ٿي ويو هوس. تنهنڪري مون ٻڌاين تہ ڇوڪري پڇي ٿي تہ، "داٻليءَ ۾ ٽولڙا ڪنهن جا رکيل آهن؟" مون اچا اَيترو ڇيو تہ ڇوڪريءَ مون کي چيو تہ، "ليا، اٿين ڪرمٽ کي ڇا چئو؟" مون ڇيس، "اسين ڪرمٽ کي چئون "ٽولڙا." منهنجي انهيءَ چوڻ تي ڇوڪريءَ امالڪ پنهنجا ٻئي هٿ جوٽن تي هٽي ڇيو تہ، "ٻڙي مئيس، اسين ٽولڙا چئون جوئن کي، سي ماڙهو کيندو ڪيئن؟" يعني مٿي ۾ جيڪي جوئن پونديون آهن. جن کي اسين چئون "ٽولڙا" سي ماڻهو کائيندو ڪيئن!!!"

"سنڌ جو سيلاني" ڪتاب اٽڪل پوڻن ٻن سون صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڪراچي ضلعي ۽ ان جي ماريپور، ڀمپور، ميرپور ساڪرو، گهوڙا ٻاڙي، پير پٺو، مڪلي، ٺٽو، سجاول، شاهہ بندر، جاتي، لکپت، جهوڪ، جهرڪ، ڪوهستان، ڪوٽڙي، لکي وغيره هنڌن جا ۽ حيدرآباد ضلعي ۽ ان جي مياڻي، مٽياڻي، هالا، اڏيرولعل، نصرپور، لاڙ، بلڙي شريف، ٽنڊوباگو، بدين، وغيره هنڌن جا باتفصيل ۽ دلچسپ احوال درج ٿيل آهن. هي ڪتاب، جو پهرين پهرئين 1923ع ۾ ڇپيو، تنهن جا هيستائين ٽي ڇاپا نڪري چڪا آهن.

## لطيفي سير (شاهہ لطيف جي سير جو احوال سندس رسالي مان):

ڀيرومل صاحب "شاهہ جي رسالي" جو گهڙو ابياسي هو. رسالي تي باريڪيءَ سان غور ڪندي هن محسوس ڪيو تہ "شاهہ جو رسالو" رڳو پڳو روحاني رازن جو ڪتاب ئي ڪونهي. ان ۾ ڪئي ڪئي سنڌ جي آڳاٽي تواريخ ۽ جاگرافيءَ جا بيان بہ آهن. پر اهي سڀ عشق واري ايثار جي سڳي ۾ پوتا پيا آهن. اهي جڏهن ان محبت جي مالها مان الڳ ڪري ڏيکاريا. تڏهن پڙهندڙن کي خبر پوندي تہ سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ جا ڪيترا گم ٿيل ورق رسالي ۾ موجود آهن. تنهنڪري هن شاهہ جي ڪيل سفرن ۽ رسالي ۾ انهن جي بيانن جو سهارو وٺي سنڌ جي آڳاٽي تاريخ ۽ جاگرافي، سنڌ جي نباتات، گلن ڦلن، وڻن ٻوٽن، پسن پکين، جانورن، ڍورن ڍورن وغيره تي روشني وڌي ۽ ان سان گڏ هن پرزا پرزا جوڙي اهو بہ نئين سر استاپت ڪرڻ جي ڪئي تہ شاهہ جي رسالي جي جدا جدا سرن ۽ بيتن جي رچنا ڪهڙي ڪهڙي دؤر ۾ ٿي، يعني تہ بيتن کي هڪ قسم جو تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر نئين سر ڏنو اٿس.

شاهہ جي رسالي مان سگ ۽ ثابتيون هٿ ڪري ڪيئن ويهي شاهہ جي سفر جي واٽ نئين سر جوڙي ڏيکاري اٿس. اَن جو اندازو هن مان لڳائي سگھجي ٿو:

"نانگا نانيءَ هليا، هنگلاج ان هلي،
ديکي تن دوارڪا، مهيسين ملهي."
(رامڪلي)

هنن مصراعن ۾ شاهہ صاحب بلڪل چٽيءَ ريت ڄاڻائي ٿو تہ جوڳي پهريائين هنگلاج ڏي هليا ۽ اتان ٿي پوءِ دوارڪا جي درشن لاءِ ويا. مطلب تہ هي شاهہ صاحب جو هڪ بيو سڻاڻو سفر آهي، جنهن جو بيان رسالي ۾ نهايت رمز سان ڪيو اٿس. رسالي ۾ ڪراچي واري لاڙ، ڪوري ڪاري ۽ لڪپت طرف جا اشارا جهجها آهن. تنهنڪري پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ هي جوڳين جي جاٽ هنگلاج جو تيرٿ ڪري، ڪراچيءَ موٽي هئي، ۽ اتان نئين وٽان سنڌونديءَ وارو پتڻ اڪري، سجاول ۽ مغلبين تعلقي جاتيءَ ڏي ويئي هئي.

پيرومل صاحب جي عام ڄاڻ جو ڪو اتو مٿو ئي ڪونہ هو. سنڌ جي نڪر پتر، ڪک پن بابت بہ هن کي ايتري تہ ڄاڻ هئي، جنهن کي پڙهيو دنگ رهجيو وڃي. شاهہ صاحب ٿر جي خطي ۽ اتان جي ماروئڙن، کوهن، کيتن، وٽن بوٽن جو جيڪو ذڪر ڪيو آهي، ان جي اپٽار ڪندي، جڏهن ٿر جي وٽن تي ٿو اچي تہ انهن بابت بہ پورو داستان کوليو ڇڏي:

"آڻيو وڃهن، آهرين روڙي رتا گل."
(مارئي)

اهي رتا يعني ڳاڙها گل روهيڙي جي وڻ جا آهن، جن بابت شاهہ صاحب چوي ٿو تہ ٿري ماڻهو اهي پنهنجي وهٽن جي ڪارائڻ لاءِ آهر ۾ آڻي وڃهندا آهن. روهيڙي جي ڪاٺي اهڙي آهي، جهڙوڪ پڪو ساڳ. جيڪڏهن انهن مان ڪٽن جا پاوا، ڪرسيون، پلنگ ۽ هندورا جوڙائجن تہ جيڪر چوٽون ڏيئي هلن. روهيڙي جا وڻ هڪڙو ٿر ۾ بيو ڏاڙهياڙي جبل تي جام آهن." (1)

پوءِ وري گولاڙ ۽ گگڙ ۽ ٿوهر وغيره جي وٽن تي اچي ٿو پوي. مطلب تہ ڪو لفظ سندس اڳيان اچي سهي، ان جي سڄي جنم جنم پتري کوليو ڪري اڳيان رکي.

پيرومل صاحب جو "لطيفي سير" ۾ درج ٿيل ڪوجنا وارو ڪم ڪيترو اهميت پريو هو ۽ هن صاحب اهو ڪيتري نه ڏن ۽ ڏيان سان سرانجام ڏنو، تنهن ڳالهه کي ان وقت جي سنڌي ادب جي پڙي هڪ روشن ستاري، شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ صاحب "لطيفي سير" جي مهاڳ ۾ پيرومل کي داد ڏيندي هن طرح اظهار ڏنو آهي: "شاهه لطيف ڀٽائيءَ کي سڀڪي سنڌ سڃاڻي ٿي ۽ ڪيس ساراهي ٿي ۽ تعظيم ڏئي ٿي... مگر شاهه صاحب جي ڪلام مان سندس حياتيءَ جو احوال ترتيب وار ڪڍي نه ڏيکاريو ويو آهي، ۽ نه ان مان ان جي تصديق ڪئي ويئي آهي، يعني، پوريءَ طرح اجا نه ڏيکاريو ويو آهي ته سندس ڪلام ڪيئن ترتيب وار وقت بوقت ظاهر ٿيو ۽ ڪيئن هن جدا جدا پاسن ڏي ۽ هڪ پڙي جي پڻيان سفر ڪيو ۽ ڪهڙي وقت ۽ ڪهڙي هنڌ جدا جدا سر چوڻ ۾ آيا ۽ انهن بابت سندس خيال ڪهڙا هئا. اهو احوال علمي نظر جي نقطي سان نهايت ضروري ۽ پسنديءَ جهڙو ڏسڻ ۾ ايندو، ڇا لاءِ جو انهن مان انهيءَ قوت جي تاريخ ۽ حالت ۽ قوميت ۽ رسم رواج ۽ اصطلاح وغيره ڳالهين جي تمام چڱي خبر پئجي سگهي ٿي. گهڻي وقت کان آءٌ پاڻ انهيءَ پورهيي ڪرڻ جي خواهش دل ۾ رکندو آيس ۽ انهيءَ لاءِ نوٽ به رکندو آيس ۽ گهڻو ڪري سنڌ جي سيني ضلعن ۾ نوڪري ڪرڻ ڪري گهڻا هنڌ سنڌ اندر ڏسي ڇڏيم. بلڪ بلوچستان، قلات ۽ لس ٻيلي جي پاسي به ڏٺم جيئن حب، لاهوت وغيره. پر جيسين مون انهيءَ بابت موالين وانگي اجا خيال پئي پچايا، تيسين منهنجي دوست مسٽر پيرومل اهو ساڳيو ڪم لاهي، پنهنجا سڀ ڪاغذ اوڇتو آٿي منهنجي اڳيان رکيا. تڏهن اک پٽيم ۽ اهي پڙهي پنهنجي سستي ۽ ناميديءَ تي افسوس به ڪيم ۽ اهڙي ضروري ڪم جي پوري ٿيڻ ڪري خوشي به ٿيم. سچي ڳالهه اها آهي ته جهڙو ڪم آءٌ پاڻ ڪري سگهان ها، تنهن کان مسٽر پيرومل جو ڪم بهتر ڏٺم. گهڻيون ڳالهيون جي شايد منهنجي خيال ۾ نه اچن ها، سي هن جي خيال ۾ آيون آهن ۽ انهن جي هن پوريءَ طرح جانچ ۽ ڪوجنا ڪري، اهي پنهنجي ڪتاب ۾ آنديون آهن. امڪان آهي ته انهن مان ڪن جي نسبت ۾ ڪي صاحب هن سان شامل راءِ نه به ٿين ۽ هن جو قياس خيالي شمار ڪن، تڏهن به جيتري قدر شاهه صاحب جي لڪيل احوال ۽ سندس رسالي جي پرزن ڳنڍڻ سان سندس احوال جو سلسلو قائم ڪري ٿو سگهجي، انهيءَ موجب حقيقتون ترتيب وار آنديون ويون آهن. انهيءَ لاءِ سنڌ جي ماڻهن کي پيرومل جو

شڪرگذار ٿيڻ گهرجي ۽ اميد ٿي رکجي تہ اهو ڪتاب ماڻهو پڙهي خوش ٿيندا ۽ انهيءَ مان فائدو حاصل ڪندا." (2)

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اين. ايچ پنجابي ۽ ڪمپني ڪراچي وارن 1928ع ۾ ڪڍيو هو. جڏهن تہ اهو ان ڪان بہ سال ڪن اڳ ٺي پنهنجي سنڌي ساهتيہ سوسائٽيءَ واري ماهوار رسالي جي پرچن ۾ ننڍن ننڍن ڀاڱن "هنگلاج ڏي ويندي"، "گرنار ڏي ويندي"، "گرنار ڏي"، "سنڌ ڏانهن موٽندي"، "مازئي جي ملڪ ۾"، "ٿر جو احوال" وغيره سرن هيٺ شايع ڪيو هو.



# شاعر

ڪاڪي پيرومل ڪي جيتوڻيڪ "سنڌي نثر جو تنيو" ڪري سڏيو ويندو آهي، پر هن جو شاعريءَ جي ميدان ۾ بہ چڱو دخل هو. ٻوليءَ تي دسترس تہ رکندو ئي هو، پر منجهس مشاهدي جي قوت ۽ تخيل جي اڏام بہ خاصي هئي. هڪ حساس دل جو مالڪ تہ هو منڍ کان ئي هو. "غريب" جي تخلص سان شعر لکندو هو ۽ ڪيترائي شعر جوڙيا اٿائين. سندس جوڙيل شعرن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اصلوڪا شعر جيڪي پاڻ جوڙيا اٿائين ۽ ٻيا ڪيترا شعر وري ٻين ٻولين مان سنڌيءَ ۾، شاعراڻي قالب ۾ گهڙي، ترجمو ڪيا اٿائين.

پيرومل جا اصلوڪا شعر گهڻو تڻو واقعاتي آهن. ڪي اهڙا درشيہ يا گهٽنائون ڏسندو هو، جيڪي سندس چت کي چورينديون هيون، تہ سندس جذبا اٿل کائي اٿندا هئا ۽ انهن واقعن کي شاعريءَ ۾ قلمبند ڪندو هو.

ڪراچيءَ ويجهو بابا ٻيٽ کان وٺي - ماريپور لوڻ کاڻ تائين جيڪا کاري آهي، تنهن کي "نيءَ نار" سڏيندا هئا. 1902ع ۾ سخت طوفان لڳڻ ڪري، "نيءَ نار" جو پاڻي ماريپور تائين اٿلي ويو. پيرومل تن ڏينهين لوڻ کاتي ۾ ملازمت جي سلسلي ۾ ماريپور ۾ رهندو هو. جڏهن سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ اٿل جو نظارو ڏٺائين تہ ان تي امالڪ هڪ شعر جوڙيائين:

نيءَ نار ۾ نئي پيو، دم نہ دميائين،
مانڌان پٽ مواڄ جو، پيري پريائين،
جتي جر نہ اڳي اچڻو، اتي غضب ڪيائين،
لوڻ سڀ لوڙهيائين، اڍائي لک مڻ چٽ ٿيا.

هڪ لڳا هڪ ڪنيو پکيءَ کي سنهي مڇي کائيندي ڏٺائين. ٿورو پريرو هڪ ڏوئل پکڻ اهڙيءَ طرح ويٺي هئي جڻ ڪنيوءَ کي کائيندو ڏسي هن کي حسد پريو ارمان پئي ٿيو، جو وير ڏي پئي واجهايائين. اتي پيرومل ڪنيوءَ بابت کي بيت چيا، جن مان هڪ مثال هن ريت آهي:

ڪنيو ڪاري نير تي، ڦري ، ڦيريدار،
متان ڏسي مهراڻ ۾، ڪتي کو شڪار،
آلهي اچي اوچتو، تر تون تڙت طمعدار.
ڦيرائي ڦهيار، ڇاٽيو وڃي چنج ۾.

پيرو مل شعرن جو هڪ مجموعو "گلزار نظم" جي نالي سان، 1909ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. بعد ۾ شعرن جو ٻيو هڪ انتخاب "جوهر نظم" جي نالي سان ۽ هڪ انتخاب "چونڊ ڪلام" جي نالي سان 1923ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين. "جوهر نظم" ۾ شاهه عبداللطيف، شاهه ڪريم، سچل سرمست ۽ خليفي گل محمد جي ڪلام مان چونڊ شعر، مضمون وار بيهاري ڏنا ويا هئا. هر هڪ شاعر جي زندگي، شعرن ۾ آيل لوڪ ڪهاڻين ۽ اوکن لفظن جي سمجهاڻي به ڏنل هئي.

پيرومل جي شعرن جي ٻولي، عبارت ۽ اسلوب تي سنڌيءَ جي ڪلاسيڪيءَ شاعرن واري پراڻي لهجي جو گهڻو اثر هو. سندس شعر جو گهاڙيٽو به بيتن، دوهن ۽ سورٺن وارو هو. ڪجهه شعرن، غزلن ۽ ڪافين جي فارم ۾ ٻه لکيو اٿائين. سندس "سسئي ۽ ماڻس" وارو دوگاني جي روپ ۾ لکيل شعر ۾ به ڏسندا ته ان جي ٻولي ۽ گهاڙيٽو هوبهو پراڻي ڪلاسيڪي سنڌي شعر وارو آهي.

"سسئي ۽ ماڻس" وارو شعر ڌيءَ ۽ ماءُ وچ ۾ گفتگو واري ڍنگ ۾ آهي ۽ اهو شعر پراڻي سنڌي ۽ پنجابيءَ ۾ هير ۽ ان جي ماءُ ۽ سهڻيءَ ۽ ان جي ماءُ وچ ۾ ڳالهه ٻولهه واري انداز ۾ آهي. جنهن ۾ ماءُ ڌيءَ کي سمجهائيندي ڪيس پيار جي راهه ترڪ ڪرڻ لاءِ چوندي هئي ۽ هير يا سهڻي ان ڳالهه تي ڳت ڏينديون هيون ته اسين پنهنجو ساهه ڪان به پيارو عشق ڪيئن ڇڏيون. پيرومل جي "سسئي ۽ ماڻس" جا ڪجهه بيت هن طرح آهن:

سسئي: ماءُ!

اَيريا اَڄ انگور، ٻيني اندر ساجن ، سُور،
پل پل مارن مون کي پُور، منجهين ميوا منجهين ٻُور،
گولين کي جو کري گلزار، ڪيئن وساريان سو سردارُ!

ماڻس:

پهي ارٽ ۾ تو جا پاتي، ڪت تنهنين ڪَي تون ڪپاتي،
جيڏين تان آ جهر مر لاتي، تون پٽين چو چوري چاتي،
ويهي ڪت ڪا تن سان تار، پڻ تون پوري ڪين پهار،

سسئي:

اندر پنهنجو ارٽ بڻايم، پوڻي تنهن ۾ پرت جي پايم،
ڏور ڏکڻ جي جيئن جيئن ڏايم، سورن جيجان گهڻو ستايم،
تن ۾ جنهن جي تاڻيان تار، ڪيئن وساريان سو سردار!

بهرحال، پيرومل جو جيڪو خاص اهميت وارو ۽ قابل ذڪر شعر آهي، سو آهي سندس ٻارن لاءِ لکيل شعر. ٻار آئينده جا اَبا ڏاڏا آهن. انهن جي من ۾ جيون جي سونهن، سٺائي ۽ سچ ڏانهن لاڙو پيدا ڪرڻ ۽ ٻالڪن، خاص طور اسڪوليٰ ٻالڪن ۾ ننڍپڻ کان ئي شاعريءَ لاءِ ٻوجهه ۽ شاعراڻو شعور پيدا ڪرڻ ۽ ان ذريعي انهن ۾ پنهنجي مادري ٻوليءَ جو مايو وڌائڻ جي ضرورت محسوس ڪندي، پيرومل مهرچند سنڌيءَ ۾ ٻارن جي ڏانوَ جا ڪيترائي شعر لکيا، جن ۾ ماءُ جي پيار بابت سندس شعر:

ڪنهن تي مون کي کير پيئاريو، پيار منجهان تي گود ويهاريو،
خوش تي هر هر مون ڏي نهاريو، منهنجي امڙ، منهنجي امڙ!

لاباري بابت هڪ بيت:

"اڄهو اَسوءَ جو مهينو آيو، لاباري جو ٽيو آ سعيو".

"وقت چوي آءُ بادشاهه"، "ماڪيءَ جي مک" ۽ ٻيا ڪيترائي بيت گهڻو مشهور

آهن. هن صديءَ جي شروعات کان جن سنڌيءَ ۾ تعليم ورتي، سي جدا جدا درجن ۾ درسي ڪتابن ۾ پيرومل جا اهي بيت پڙهندا رهيا.

پيرومل ٻاراڻن بيتن جو هڪ مجموعو آگسٽ 1926ع ۾ "نوبهار" نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو. جيڪو ان ئي سال تعليم کاتي وارن درسي ڪتاب طور منظور ڪيو. مارچ 1941ع تائين ان ڪتاب جا پنج ڇاپا نڪتا. ان ڪتاب جي ضرورت جو ذڪر ڪندي، پاڻ ڪتاب جي "مُنڍ" ۾ لکيو اٿس:

"انگريزيءَ ۾ ڪيترائي نظم جا ڪتاب آهن، جن ۾ جدا جدا شاعرن جا، جدا جدا مضمونن بابت عمدا شعر آهن، جي شاگردن کي پاڙهڻ ۾ اچن ٿا. سنڌ ۾ اهڙي قسم جا ڪتاب اجا اسڪولن ۾ چالو نہ ٿيا آهن، جو انهن جي اڻاڻ آهي. اهڙيءَ حالت ۾ مون هي ننڍڙو رسالو تيار ڪيو آهي، جنهن ۾ ٿورا بيت انگريزيءَ مان ترجمو ڪري ۽ ٿورا پنهنجي خيال مان ناهي وڌا اٿم.

انگريزي چوٿين درجي کان وٺي ڇهين درجي تائين شاگردن کي ڪل 500 سٽون پڙهڻيون آهن. ٻولي بہ هر هڪ درجي جي مدنظر ڪم آندي اٿم، يعني ٻهريائين سولا بيت ۽ جيئن پوءِ تيئن ٿورا ڏکيا بيت وڌا اٿم تہ پل جيئن شاگرد مٿين درجن ۾ وڃي، تيئن پنهنجي مادري ٻوليءَ جو مايو وڌائيندو هلي." الخ (1)

"نوبهار" نالي شعرن جي مجموعي ۾ ڪل 18 شعر هئا، جن ۾ "ڏاٽيءَ جي وڏائي"، "شري فرمان عليءَ جو" ۽ "ڪوڏر" مرزا قليچ بيگ جو چڏي، باقي 16 بيت ڪاڪي پيرومل جا لکيل يا ترجمو ڪيل هئا، انهن ۾ "اَنڌو نينگر" "Colley Cibber" جي "Blind Boy" تان، "اسين آهيون ست"، انگريزي ڪوي "Wordsworth" جي "We are Seven" تان، "اڪيلائي"، "William Cowper" جي "Solitude of Alexender" تان، "فرمانبردار پٽ" ۽ عميق جا خزانا"، مسز "Felicia Dorotthea Hemans" جي "Casablianca" ۽ "Treasure of Deep" تان پڻ سنڌي ٻوليءَ ترجمو ڪيا هئائين ۽ "جرمنيءَ جي جنگ"، "شهنشاهہ ۽ مسخرو"، "سپنو"، "سچي سوچ"، "بلبل جو فرياد"، "سچي خوشي"، "پتنگ" "بهاري موسم"، "تي اُهج"، "سر ٿامس رو" (تي ياگا) ۽ "سسئي ۽ ماڻس" سندس پنهنجون لکيل ڪوتائون هيون.

ڪيٰ صاحب ائين چوندا آهن ته پيرو مل جيڪي ٻاراڻا شعر لکيا آهن، سي سڀ هن هندي، انگريزي وغيره ٻولين تان ترجمو ڪيا آهن. پر حقيقت هيئن آهي ته هن اگر ڪي شعر ٻين ٻولين تان ترجمو ڪيا آهن ته انهن جو اصلوڪو نالو ۽ اصل شاعر جو نالو سنڌي ترجمي جي مٿان ڄاڻايو آهي. اها سندس ايمانداري آهي جو ان طرح مڪمل تفصيل ويهي ڏنا اٿس.

"نوبهار" ۾ هر بيت جي هيٺان ڏکين لفظن جون معنائون به ڪولي سمجهايون اٿائين. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ "سسئي پنهون" جي آکاڻي نثر ۾ ڏنل آهي. ڪتاب ۾ ڪل 46 صفحا آهن.



# ترجمان

ترجمن کي ساهتيہ ۾ پنهنجو مهتو آهي، جيڪو اصلوڪي ساهتيہ کان ڪنهن بہ طرح گهٽ نہ آهي. صحيح معنيٰ ۾ ترجمو تہ پاڻ اصلوڪي رچنا کان بہ وڏيڪ محنت ۽ لياقت گهري ٿو. حقيقت ۾ تہ اصلوڪي رچنا لکندڙ بہ هڪ ترجمان ئي آهي. اصلوڪي رچنا ڪندڙ پنهنجي دل جي احساسن ۽ امنگن ۽ پنهنجي شخصي آزمودن جو ٻوليءَ وارين علامتن ذريعي پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ نقل اتاري ٿو ۽ ترجمان ان ترجمي جو ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪري ٿو.

ترجمي جي وڏي اهميت اها آهي جو انهن جي مدد سان ڌاريون ٻوليون نہ ڄاڻڻ جي باوجود انهن جي بهترين ساهتيہ، شاهڪار گرنٿن ۽ دنيا ڀر جي گيان وگيان مان فيض حاصل ڪري سگهجي ٿو.

نون اسرندڙ ساهتين جي واڌاري ۾ تہ ترجمن جي اهميت تهائين وڏيڪ آهي. ترجما نئين سر اسرندڙ ساهتيہ جي ذخيري کي وڌائن ٿا ۽ واسطيدار ٻوليءَ جي ليکڪن ۽ پاٺڪن لاءِ اوچ ماڻ ۽ معيار ميسر ڪري انهن کي اوچ معيار واري ساهتيہ ڏانهن آماده ڪن ٿا.

پيرومل مهرچند وارو دؤر سنڌي ۾ نثر واري ساهتيہ جي اوسر جو دؤر هو. پيرومل جي جنم کان ڪي 25-20 سال اڳ ئي، سنڌ جي گوري ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي حڪم سان سنڌ ۾ سنڌي تعليم لاءِ اسڪول کليا هئا ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ دستوري تعليم ڏيڻ جو رواج پيو هو. سياويڪ ان لاءِ درسي ڪتابن ۽ ٻين ساهتيڪ ڪتابن جي ضرورت بہ پيدا ٿي، جيڪا ان وقت جي استادن، ديوان نديرام ميراڻي، اڌارام ٿانور داس، پريداس انندرام ۽ مرزا قليچ بيگ صاحب گهٽي قدر پوري ڪئي. وس پڄندي اصلوڪا ڪتاب بہ لکيا ويا. پر

ان دؤر ۾ ٻين ٻولين تان ترجمو ڪيل ڪتابن بہ سنڌي ساهتيہ کي وڏي اوج ڏني. شروعات ۾ سيد ميران محمد شاھ، شري غلام حسين قادري ۽ ٻولچند ڪوڏو مل هندي ۽ ٻين ٻولين جا سٺا ۽ نصيحت آميز ڪتاب ترجو ڪري سنڌيءَ ۾ آندا. بعد ۾ مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙي مل، پرمانند ميوارام، آچاريہ آسودي مل گدواڻي، چيتمل پرسرام وغيره هندي، سنسڪرت، انگريزي ۽ دنيا جي ٻين ٻولين جا بهترين ڪتاب سنڌيءَ ۾ آڻي سنڌي ساهتيہ کي مالامال ڪيو.

ڪاڪو پيرومل بہ هن ڪيتر ۾ پٺتي ڪونہ رهيو. هن صاحب ادب جي پانت پانت شاخن تي اصلوڪا ڪتاب تہ لکيا ئي، پر ٻين ٻولين جي نثر توڙي نظم جي بهترين رچنائن کي بہ سنڌيءَ ۾ آڻي، سنڌيءَ ۾ دنيا جي بهترين ساهتيہ جون رچنائون ميسر ڪري ڏنائين.

پيرومل صاحب ٻين ٻولين مان ساهتيہ جا سنڌي ۾ ترجما مکيہ طرح ٻن مقصدن سان ڪيا. هڪ تہ هن دنيا جي بهترين ساهتيڪ ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ آڻي، سنڌي ساهتيہ کي اوج ڏيڻ چاهي. هو سني ليکڪ هئڻ سان گڏ اونهو اڀياسي بہ هو ۽ سنڌي ۾ ڇپجندڙ ساهتيہ ذاران، هندي، انگريزي، بنگالي، گجراتي، سنسڪرت وغيره ڪيترن ئي ٻولين ۾ ڇپجندڙ اوچ معيار واري ساهتيہ جو اڀياس ڪندو رهندو هو. انهن ڀاشائن جو جيڪو اعليٰ درجي جو نثر ۽ نظم ڏنائين، تنهن کي سنڌيءَ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ جيئن اهڙا سنڌي پاٺڪ، جن جي انهن جي ڀاشائن تائين رسائي نہ آهي، سي ان ساهتيہ جو فيض ماڻي سگهن.

سندس ٻيون مقصد درسي ڪتابن جي کوٽ پوري ڪرڻ جو هو، جيئن اڳ چيو ويو آهي، پيرومل واري دؤر کان ٿورو ئي اڳ سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ جو رواج پيو هو ۽ درسي ڪتاب اڃا ڪافي ماترا ۾ موجود نہ هئا. پر انگريزي، هندي ۽ ٻين ڀاشائن ۾ درسي ڪتابن جي ڏانوَ جا ڪيترائي ڪتاب هئا. پيرومل صاحب ان مقصد سان ڪيترو ئي نثر ۽ نظم ٻين ٻولين مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

معياري ۽ ساهتيڪ ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جي ڏس ۾ هن جو "گولن جا گوندر" ڪتاب خاص ذڪر لائق آهي. هي ڪتاب مسز هيرئيٽ ايليزبيٿ بيچر اِسٽو جي لکيل انگريزي ناول "انڪل ٽامز ڪئبن" (Uncle Tom's Cabin) جو

سنڌي ترجمو آهي. هي ڪتاب اصل ۾ جيتوڻيڪ 1852ع ڌاري لکيو ويو هو، پر اهو وشو ساهتيہ ۾ ايترو تہ مشهور ٿيو ۽ ان کي ايتري تہ اهميت ملي جو اٽڪل سؤ سالن بعد جڏهن ويهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ هڪ ڪتاب "Books that Changed the World" نڪتو، تہ ان ۾ ڇاٽايل ڪتابن ۾ هن ڪتاب کي بہ شامل ڪيو ويو. پيرومل صاحب هي ڪتاب انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ آڻڻ لاءِ ڇو آماده ٿيو، ان جو ذڪر ڪندي ڪتاب جي "منڍ" ۾ لکي ٿو: "اڳي دنيا جي ڪيترن ڀاڱن ۾ ڀانهن جو واپار هلندو هو. ڪيترن غلامن سان اهڙيون تعديون ٿينديون هيون، جو رکي ڏٽي پناهہ ۾! اهو انڌير آمريڪا ۾ بہ هو. سنہ 1850ع ۾ آمريڪا سرڪار ڀاڄوڪڙ غلامن لاءِ هڪ سخت قاعدو جاري ڪيو (ڏسو باب ستون). انهيءَ قهر جي قاعدي سبب هڪ رحمدل مئڊم مسز هئرئيٽ ايليزبيٿ بيچر اسٽو هڪ ڪتاب سنہ 1852ع ۾ لکيو، جو "انڪل ٽامز ڪئبن" نالي سان مشهور آهي. انهيءَ ڪتاب جي وسيلي ماڻهن ۾ هيءَ ٻرجهہ وڌائين تہ ڏٽيءَ سيني کي آزاد ڪري خلقيو آهي، تنهنڪري انسانيت جو انگ ڌاري، اهي قهر جا قاعدا ۽ رواج بند ڪريو. سنڌس ڪتاب وندرائيندڙ ۽ ڪلائيندڙ آهي، پر جتي غلامن جي دردن جا داستان ٿي کولي، اتي تہ جنسي رئاريو ڇڏي. ڪي ماڻهو اڳ ئي سنڌس راءِ جا هئا، ويتر هن ڪتاب پين جون بہ اکيون کوليون. پوءِ تہ ڏٽيءَ ڪيو تہ نہ رڳو اهو ظلم جو قاعدو رد ٿيو، پر غلاميءَ جو نالو ئي نڪري ويو! مون کي اميد آهي تہ هن دل ڀڄائيندڙ ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ، اسانجن ماڻهن ۾ بہ گهٽ ۾ گهٽ ايترو ديا جو انگ پيدا ٿيندو، جو هو بلبل، چتونءَ يا ٻئي ڪنهن پکيءَ کي پڃري ۾ بند نہ ڪندا، جو آزادي پکين جي جنم جو حق آهي." (۱)

هي هو انساني آزادي لاءِ عزت ۽ تلهي ليکي سيني لاءِ آزاديءَ لاءِ چاهت جو جذبو، جنهن پيرومل صاحب کي هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ آڻڻ لاءِ آماده ڪيو. پيرومل صاحب جي پين ڪيترن همعصر سنڌي ليکڪن، جهڙوڪ چينمل پرسرام، لالچند امر ڏني مل وغيره ان وقت برطانوي حڪومت کان ديس جي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هلندڙ قومي هلچل ۾ بہ سرگرم ڀهرو ورتو هو ۽ جيل جون سزائون بہ ڀوڳيون هيون. ان سندرڀ ۾ سوچڻ سان محسوس ٿيندو آهي تہ پيرومل ان ڏس ۾ پنتي ڇو رهيو. پر پيرومل جي مٿي ظاهر ڪيل جذبن مان پڌرو آهي تہ هن کي آزاديءَ لاءِ ڪيڏو نہ پيار ۽ قدر هو. پيرومل جي آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ شخصي طرح ڀهرو نہ وٺڻ

جو ڪارڻ تہ ظاهري طور تہ اهو هو تہ هو سرڪاري ملازم هو ۽ جيتوڻيڪ ديس جي آزاديءَ لاءِ هن جي دل ۾ بہ آڙما هئا. پر سندس شخصي ۽ ڪٽنبي حالتون اهڙيون هيون جو هو پنهنجي ڪرت ڪار ڇڏي ان ڪيتر ۾ گهڙي نٿي سگهيو. ان ڪري هن آزاديءَ لاءِ پيار ۽ ديس پڳتيءَ لاءِ اهو طريقو اختيار ڪيو جو اهڙن جذبن کي اجاگر ڪندڙ ساهتيہ جي رچنا ڪيائين. سندس ديس لاءِ فخر ۽ وطن دوستيءَ وارا جذبا اسان کي سندس "قديم سنڌ"، "موئن جو دڙو"، "آزاديءَ جي ڪوڏي" وغيره ڪتابن ۾ بہ جان تان ملن ٿا.

اِها تہ ٿي پيرومل جي آزاديءَ لاءِ پيار جي ڀاونا، جا هن ناول جي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ محرڪ بڻي. پر "گولن جا گوندر" بابت جيڪا خاص ذڪر لائق آهي، سا آهي پيرومل جي انواد ڪلا. ترجمو ڪندڙ اڳيان مکيہ مسئلو اهو ٿيندو آهي تہ اصلي رچنا جو عين ٻين ترجمو ڪجي، يا اُن جي ويچارن ۽ احساسن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ پيش ڪجي. ترجمي اندر ضرورت موجب ڪجهہ داخل ڪجهہ خارج ڪجي يا اصلي رچنا جي هڪ لفظ کي بہ هيڏانهن هوڏانهن نہ ڪجي. ٻيو تہ ترجمي ۾ عبارت اصلوڪي رچنا جهڙي رکي وڃي، يا ترجمان پنهنجي عبارت اختيار ڪري. ترجمي ۾ زمان، مڪان ۽ ماحول اصلوڪي رچنا وارو رکيو وڃي، يا ليکڪ ان رچنا کي پنهنجي وقت ۽ ٻوليءَ واري تهذيبي ڍانچي ۾ ڦهڪائي پيش ڪري. ان قسم جا ڪيترائي معاملا آهن، جيڪي ترجمي جي ڪم کي ڏاڍو پيچيده ڪم بڻائين ٿا.

مذڪوره معاملا اهڙا آهن، جن لاءِ ڪوبہ پڪو پختو مقرر حل ٻڌائي نٿو سگهجي. انهن سوالن جي حل ۾ ترجمان جو شخصي ڏانءُ وڏي اهميت رکي ٿو. ترجمي جي ڪاميابيءَ جو آخرين ماڻ اهو ٿئي ٿو تہ ان ۾ اصلوڪي رچنا جي روح کي سالم رکيو وڃي ۽ ان جي رنگ و بو ۽ زيب ۽ زينت کي ان طرح برقرار رکيو وڃي، جيئن اهو غير فطري نہ لڳي.

"گولن جا گوندر" ۾ اصلوڪي انگريزي ناول جي ويچارن، احساسن امنگن کي ترجمان اصلوڪي ناول واري سڌي سنواٽي بياني عبارت ۾، پرمائيدار، اصطلاحن ۽ پهاڪن ڀري چيدي سنڌيءَ ۾، اهڙي تہ سهڻي ۽ سياويڪ نموني پيش ڪيو ويو آهي، جو ان مان اصلوڪي رچنا جهڙو لطف پيو اچي. پيرومل جي سنڌي انواد جي سياويڪ جا ڪي نمونا هيٺ پيش ڪجن ٿا:

"ٽام ۽ سندس زال ڪان موڪلائي، ايلائيزا پٽ کي هنج ۾ قابو جهلي، تڪڙي تڪڙي هلندي ويئي. هڪڙي رات اونداهي، پيو پارو پئي پيو، پر هن پنهنجي آنڊي جي سواد ۔وڃان ڪنهن بہ ڳالهہ جو خيال نہ ڪيو ۽ واچوڙي وانگر پئي ويئي!!"

"...ماڻس پنهنجي ٻيري ڇيس تہ "نہ پٽڙا، توکي ڪنو ماڻهو هاڻي ڪونہ ڪٽندو تون پلي ننڊ ڪر"، ايلائيزا ٻار کي دلداري ڏني، پر ڪيس دلداري ڏيڻ لاءِ سچي پٽ ۾ سائينءَ ڪان سواءِ پيو ڪير ڪونہ هو. هُوءَ ڏٺيءَ کي سنياريندي، سٽيندي هلي ۽ ٻاهران پنهنجي پٽ کي ائين پئي ڏيکاري ڏنائين ڄڻ تہ ڊپ ڊاءَ لاءِ ڪوبہ سبب ڪونهي. ٻار ويچاري کي ڪهڙي سڌ تہ هن جي اندر ۾ ڇا پيو وهي واپري! هو ٻئي ٻانهون ماءُ جي ڳچيءَ ۾ وجهي، پنهنجو ڪنڌ هن جي ڪلهن تي رکي سمهي پيو ۽ سگهو ئي ننڊ ڪٺي ويس. هن ٻار جيئن ننڊ ۾ ساهہ پئي ڪنيو، تيئن سندس وات جي ڪوسي هوا ماڻس جي ڳچيءَ ۽ منهن تي پئي لڳي ۽ انهيءَ جادوءَ جهڙو اثر پئي ڪيو." (2)

"گولن جا گوندر" ناول پيرومل صاحب مارچ 1928ع ڌاري ڇپائي پڌرو ڪيو. اهو ان وقت تہ سنڌي پاٺڪن ۾ تمام گهڻو لوڪپريہ ثابت ٿيو، پر ڪتاب جي وڻندڙ ۽ درد ڀري ڪهاڻي ۽ ڪاڪي پيرومل جي عالماڻي ۽ سپڪ ٻوليءَ جو تاثير ايترو تہ ديرپا رهيو، جو اٽڪل 28 سال کن پوءِ سنڌي جي هڪ معياري پبليڪيشن "ڪهاڻيءَ" وارن 1956ع ۾ اهو وري ڇپايو.

مٿي ڇيو ويو آهي تہ ترجمي جي ڪردار ۾ ڪيترائي پيچيده سوال اڀيان اچن ٿا، جن ۾ هڪ اهو بہ آهي تہ اصلوڪي رچنا جي عبارت، ان جي زمان، مڪان ۽ تهذيبي ماحول کي جيئن جو تيئن قائم رکجي يا ان ۾ موزون ڦير ڦار ڪجي. ان جي حل لاءِ ٻڌايو ويو تہ جو گهڻو دارومدار ترجمان جي شخصي ڏانوَ تي رهي ٿو. پيرومل صاحب جيڪي ترجما ڪيا، تن ۾ ان شخصي ڏانوَ کي خوبيءَ سان ڪم آندائين. "گولن جا گوندر" ۾ تہ هن اصلوڪي انگريزي رچنا واري سڌي سنواٽي بياني عبارت قائم رکي ۽ ناول جي ڪردارن کي بہ جيئن جو تيئن قائم رکيو، پر ان جي برعڪس، رابندر ناٿ ٽئگور جي مشهور انگريزي ناٽڪ "پوسٽ آفيس" جو ترجمو جيڪو هن "آزاديءَ جي ڪوڏي" نالي

سان شايع ڪيو. تنهن ۾ هن اصلوڪي رچنا ۾ ڪجهه ڦير ڦار ڪئي. اهو ئي سبب آهي جو ان تصنيف کي ترجمو ڪونہ سڏيو اٿس، پر ان کي "پوسٽ آفيس تان ورتل" ڪري بيان ڪيو اٿس. هن ناٽڪ ۾ پيرومل جيڪا مکيہ تبديلي ڪئي آهي، سا هيءَ تہ اصلوڪي ناٽڪ ۾ ٻار جو مکيہ ڪردار، جيڪو هڪ ڇوڪري جو آهي، تنهن کي سنڌي ناٽڪ ۾ ڇوڪريءَ "ڪڪلو" جي روپ ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. ناٽڪ ۾ ٻال منو وگيان واري ڄيڪا اسڻتي پيش ڪئي ويئي آهي، اها مون کي لڳي ٿو تہ ننڍي ڇوڪريءَ جي ڪردار سان پاڻ وڌيڪ اثردار ٿي بيٺي آهي. ٻين ڪردارن جي نالن ۾ بہ سنڌي ماحول موجب تبديل ڪري، ڪردارن کي ڪاڪو ڪيولرام، چيلا رام وغيره نالا ڏنا اٿس.

هن ناٽڪ ۾ روي بابوءَ ڏيکاريو هو تہ ٻارن کي بہ پنهنجي آزادي ڪيتري نہ پياري ٿئي ٿي جو هڪ سخت بيمار ۽ کٽ داخل ڇوڪري بہ باوجود گهٽي جهل پل ۽ نظرداريءَ جي، آزاديءَ سان ٻاهرين دنيا سان لهہ وچڙ رکڻ لاءِ ڪيترو نہ تڙپي ٿي. هي ڪتاب بہ پيرومل صاحب جي سپڪ ۽ سلوڻي ڇيدي سنڌيءَ ۾، سياويڪ انواد جو هڪ سهڻو مثال آهي. ڪاڪي پيرومل جو 52 صفحن ۽ ٻن ڇهڇٽن تي مشتمل هي ڪتاب رتن ساهتيہ منڊل ڪراچيءَ وارن 1938ع ۾ ڇپايو هو. هي ڪتاب ڪاڪي پيرومل "پياري پٽڙي، هيءُ توکي ئي ارپيم" جي لفظن سان، پنهنجي ننڍي ڌيءَ ستيءَ کي ارپڻ ڪيو هو، جنهن سان کيسً گهڻو پيار هو ۽ جا ننڍي اوستا ۾ ئي گذاري ويئي هئي.

پيرومل صاحب جو ڪيل هڪ ٻيو ترجمو، جو بہ ڌيان ڇڪائي ٿو، سو آهي سروالٽر اسڪاٽ جو ڪتاب "ٽالزمن"، جو هن صاحب "طلسم" (ٽئليسمن) جي نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو. هي بہ هڪ ناٽڪ ئي آهي. هي ڪتاب دراصل ساڌو هيرانند سنڌيءَ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ 56 صفحا ترجمو ڪري 1891ع کان وٺي پنهنجي مخزن "سرسوتيءَ" ۾ ٿورو ٿورو ڪري، شايع ڪندو رهيو هو. پر جيئن تہ حياتيءَ ساڻس وفا نہ ڪئي، ان ڪري اهو ڪم رهجي ويو هو. پر پوءِ پيرومل صاحب، ساڌو هيرانند سان پنهنجي محبت ۽ هن ڪتاب جي خوبين کان محرم ٿي، ڪتاب جا بقايا 82 صفحا پاڻ ترجمو ڪري هي ڪتاب شايع ڪيو. هن ڪتاب جي قابل ذڪر ڳالهہ اها آهي جو پيرومل صاحب ڪوشش ڪري، پنهنجي عبارت کي هوبهو ساڌو هيرانند وارو رنگ ڏنو آهي ۽ ان ۾ ڪامياب

رهيو آهي. سندس ترجمو اصطلاحن، پهاڪن ۽ چوڻين سان سينگاريل آهي. هن ترجمو ٿيل ڪتاب کي سنڌيءَ ۾ به اهڙي ئي جاءِ حاصل ٿي هئي، جهڙي اصلوڪي ڪتاب کي انگريزي ادب ۾ حاصل آهي.

هي ڪتاب، جنهن جي اڳيان، پيرومل جو لکيل "سر والٽر اسڪاٽ جي جيون" بابت مضمون به آهي، سومهي 1927ع ۾ شايع ٿيو هو. هي ڪتاب ايترو ته مشهور ٿيو جو ان جا ڪيترا ئي ڇاپا نڪتا. طلسم (غازي صلاح الدين) جو ٽيون ڇاپو 1944ع ۾ شايع ٿيو هو.

ان ڪان سواءِ پيرومل صاحب شيڪسپيئر جي تاريخي ناٽڪ "King John" جو به ترجمو ڪيو هو، جنهن کي سنڌيءَ ۾ "حرص جو شڪار" نالو ڏنائين. هن هي ناٽڪ اردو ترجمي تان ورتو هو، جو ڪتابي صورت ۾ ته شايع ٿيو، پر اسٽيج تي ڪونه آندو ويو.

پيرومل انهن ڪن وڏن ڪتابن ڪان سواءِ بيا به ڪي ننڍا ننڍا ڪتاب ۽ متفرقه مضمون، آکاڻيون ليک وغيره به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايا. هن فقط نثر جون تصنيفون ئي ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ نه آنديون، پر ٻين ٻولين جي نظم وارين رچنائن کي به انواد ڪري سنڌيءَ ۾ آندائين. ان قسم جون رچنائون ترجمو ڪرڻ پٺيان هن جو مکيه مقصد اسڪولي ۽ ڪاليجي شاگردن لاءِ درسي ڪتابن جي ڏانوَ واريون رچنائون ميسر ڪرڻ جو هو.

هن صاحب فقط انگريزيءَ مان ئي نه پر هندي، اردو ۽ ڪيترين ٻين ٻولين مان بيت به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا. ڪن حلقن ۾ اها غلط فهمي آهي ته پيرومل ٻين ٻولين تان رچنائون ترجمو ڪري، اصلوڪين رچنائن طور ڇپايون آهن. پر حقيقت ته اها آهي ته هن صاحب "نوبهار" توڙي ٻين ڪتابن ۾ اصلوڪين رچنائن جي ليکڪن جا نه صرف نالا پر انهن رچنائن جا اصلوڪا عنوان ۽ وس پڄندي اصلوڪي ٻوليءَ جو نالو پڻ ڄاڻايو آهي.

پيرومل نظم جا جيڪي ترجما ڪيا آهن، سي نظم جي باقاعدي بحر وزن يا ڇند تي ٻڌل آهن ۽ انهن ۾ ٻولي به ڪلاسيڪي ڍنگ جي آهي، جيڪا اسان جي جهونن شاعرن شاهه، سچل ۽ سامي وغيره جي ڪم آندل سنڌيءَ جهڙي آهي.

# بحث ڪار

پيرومل مهرچند هڪ سرگرم تخليقڪار هئڻ سان گڏوگڏ هڪ سچيت ۽ سجاڳ شخص بہ هو، جيڪو پنهنجي آس پاس ٿيندڙ ڳالهين ڏانهن اکيون ۽ ڪن کليل رکندو هو. انهن تي سوچيندو هو ۽ انهن ڏانهن پنهنجو ردعمل ظاهر ڪندو هو. ساهتيڪ يا سماجڪ کيتر ۾ ڪي بہ معاملا يا مسئلا پيدا ٿيندا هئا تہ انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ انهن تي پوريءَ طرح غور ڪري، پنهنجا ويچار ليکن ذريعي عوام اڳيان رکندو هو. سندس ساهتيڪ زندگيءَ دوران جيڪي بہ ادبي ۽ علمي بحث ٿيا، واد وواد هليا، تن ۾ هن سرگرم ڀاڱو ورتو. ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي جي "شاهہ جو رسالو" تي ادبي بحث هجي، يا ڊاڪٽر دائود پوٽي جي "ابيات سنڌي" تي، يا هن طرفان شروع ڪيل اعرابن واري سرشتي تي واد وواد هجي، سنڌي ٻوليءَ لاءِ موزون آئيوٽا جو سوال هجي يا سنڌي ڊڪشنريءَ ۾ اعرابن جي سوال تي بحث هجي، زالن جي تعليم وارو معاملو هجي يا هندن جي ريتن رسمن بابت بحث هجي يا وري سنڌي لفظن جي معنائن جو ئي معاملو هجي، هن صاحب اهڙن سيني بحث ۾ سرگرم ڀاڱو ورتو.

ڊسمبر 1923ع ۾ ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ جي "شاهہ جو رسالو" جو پهريون ڀاڱو شايع ٿيو، جنهن عالمن ۽ اديبن جو گهڻو ڌيان ڇڪايو. ان ڪتاب جو جيتوڻيڪ عام طرح چڱو سواگت ٿيو، پر ان تي واد وواد بہ جيئن جو تيئن هلي هئي. چيئنمل پرسرام صاحب 24-1923ع دوران، پنهنجي پارت واسي اخبار جي ڪيترن ئي پرچن ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي هن طرفان اختيار ڪيل تلفظ ۽ هنن تهمتن هيٺ سخت جلهہ ڪئي تہ ڪتاب جي مهاڳ ۾ اجايو ڏکيا

عربي پارسي لفظ ٺتبيا ويا آهن ۽ اڳ موجود رسالن جي پيٽ ۾ شاهه صاحب جا هڪ هزار کن بيت رد ڪيا ويا آهن. ان معاملي تي پوءِ ڏريون ٿهي پيون ۽ مرزا قليچ بيگ، ديوان ليلارام سنگهه وغيره به ان بحث ۾ لهي پيا. پيرومل مهرچند به هن بحث ۾ سرگرم بهرو ورتو ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي جو پاسو کڻندي، 14 جنوري 1924ع جي پارت واسيءَ ۾ هڪ وڏو ليک لکيائين. جنهن ۾ جيٺمل طرفان ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي تي اٿاريل اعتراضن جو کنڊن ڪيو هئائين. جيٺمل جي تنقيد کي "مڇيءَ مان کنڊا ڪڍڻ" ۽ "ٺٺول" سڏيندي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رويي کي جائز قرار ڏيندي پيرومل لکيو:

".... اهو اصل قاعدو آهي ته هر ڪو قابل ۽ سمجهو لکندڙ هميشه مضمون جي مناسبت تي لفظ ۽ جملا ڪتب آڻيندو آهي. خود رسالي ۾ ڏسبو ته شاهه صاحب "مستزق" ۽ ڪيتر ڏکيا لفظ ڪتب آندا آهن ۽ قرآن شريف ۽ حديث مان سڄيون سڄيون آيتون ڏنيون اٿس. حقيقتاً سڄو رسالو ڏکين لفظن ۽ اصطلاحن سان پريو پيو آهي. پروفيسر گربخشاڻيءَ جو رسالي "مقدمه" (پرستاونا) لکيو هو، تنهن مان سندس قابليت چٽيءَ طرح پيئي بکي. "مقدمه" لفظ عام طرح پارسي ۽ اڙدو ڪتابن ۾ ڪم آڻيندا آهن ۽ اوهان اهو لفظ اڳي نه ٻڌو آهي ته لکيو اٿوَ ته "عام ريت سنڌيءَ جا ڳالهائيندڙ پائيندا ته هي ڪو ڪورٽ جو مقدمو آهي." هي رواجي لکڻ نه آهي، پر ٺٺولي آهي، جا ڪنهن به اخبار نويس جي شان وٽان ڪانهي. توهان کن ڏکين لفظن نسبت کي غلط ڳالهيون به ڪيون آهن. مثلاً "مقدمه" معنيٰ پومکا چاڙهائي اٿوَ ۽ "همدوش" بدران "لاڳو" لفظ ڏسيو اٿو، جو بلڪل ڪين ٺهندو. توهان لکيو آهي ته پروفيسر لفظن جي اکري معنائن تي وڌيڪ زور رکيو آهي. ائين به لکيو اٿوَ ته "وڌيڪ ضرورت اندروني رغبت جي آهي." توهان جي اها راءِ پوري نه آهي. وڌيڪ ضرورت آهي ٿي لفظي معنائن جي، لفظن جي معنيٰ ئي نه سمجهبي ته روحاني راز ڪيئن پروڙي سگهبا؟"

اهو هو پيرومل جيٺمل پرسرام کي ڏنل جواب جو هڪ حصو. هن صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي ۾ جڏهن سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ موزون لپيءَ جي معاملي تي بحث ڇڙيو ته پيرومل صاحب ان ۾ به ڀرپور حصو ورتو. هن لپيءَ سان واسطو رکندڙ سڄي معاملي جو اڀياس ڪيو. جدا جدا دورن ۾ سنڌيءَ ۾ ڪم آيل

لپين بابت گهري کوجِ ڪيائين. موجود عربي پارسي لپي ۽ ديوناگري لپيءَ
جي موزونيت ۽ انهن جي وگيانڪ آڌار تي سوچ ويچار ڪيائين. سال 1934ع
ڌاري هن ڪراچيءَ جي سرناگتي هال ۾ ان وشيہ تي عالماڻو ليڪچر ڏنو هو.
جو بعد ۾ سنڌو مخزن جي جنوري 1934ع واري پرچي ۾ ليک جي روپ ۾
ڇپيو. پيرومل صاحب ان ليک ۾ موزون ۽ مناسب لپيءَ لاءِ اصولن ۽ آڌار جو
ذڪر ڪندي، دنيا جي مکيہ لپين جي خوبين ۽ خامين جو ذڪر ڪندي، دليل
ڏيئي سنڌيءَ جي موجوده لپيءَ کي "نقص پري" ثابت ڪندي، هندن توڙي
مسلمانن کي صلاح ڏني هئي تہ، "هن وقت تائين سنڌيءَ ۾ نظم نثر جا هزارها
ڪتاب هاڻوڪي آئيوڻا ۾ ڇپجي ظاهر ٿيا آهن. تہ بہ آءٌ جيڪر ڇوان تہ انهيءَ
ڳالهہ جو خيال نہ ڪري، هاڻوڪي عربي سنڌي آئيوڻا کي عربي سمنڊ ۾
لوڙهي وڏي دل سان ديوناگري اکر ڪم آڻڻ گهرجن."

پيرومل صاحب موجوده لپيءَ بابت پنهنجا ويچار ظاهر ڪندي وڌيڪ لکيو تہ:
"هاڻوڪي عربي سنڌي آئيوڻا نهايت نقصانڪار آهي. هندن توڙي مسلمانن
کي هڪ وڏو ڇيهو جو انهيءَ مان رسيو آهي، ۽ اجا بہ رسندو رهندو، سو هيءُ
آهي تہ سندن ناز مان پاليل ٻچڙن جي بي بها حياتيءَ جو سچو سارو هڪ
ورهيہ انهيءَ انڌي آئيوڻا سکڻ ۾ ٿو وڃي. انگريزي آئيوڻا ۾ 26 اکر، عربيءَ
۾ 28، پارسيءَ ۾ 32، هنديءَ ۽ مراهٽيءَ ۾ 35، پر اسان جي سڳوري عربي
سنڌيءَ ۾ 51 اکر!!!"

ڪاڪي پيرومل جو اهو پڻ عقيدو هو تہ هندن ۽ مسلمانن کي ملائي هڪ ڪرڻ
جو اپاءُ فقط ديوناگري لپي آهي، جنهن سان انهن کي هڪ عام سڃاڻپ ملي
سگهي ٿي.

سنہ 1939ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي جو "ابيات سنڌي" ڪتاب شايع ٿيو، جنهن
۾ خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري جا سنڌي بيت ديباچي سان گڏ ڏنا ويا هئا.
ان جي ديباچي واري حصي ۾ ڪتب آيل ڏکين عربي پارسي لفظن ۽ ان ۾
هندو جذبات کي ڏکوئيندڙ ڪن ڳالهين کي وٺي بہ وڏو بحث ڇڙي پيو هو.
جيئن تہ معاملو هندڪي مسلمان کي طرز جو هو ۽ ڪتاب بي. اي جي
ڪورس تي بہ رکيل هو، ان ڪري معاملي تي وڏو ڇوهول متو هو. پيرومل
صاحب بہ ان ۾ سرگرم حصو ورتو ۽ پارت واسي جي 1940ع وارن ڪن پرچن

۾ ان وشيہ تي ليک لکيائين. جنهن ۾ هن دائود پوٽي جي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل هندڪي مڙهي ڊاهڻ جي واقعي کي تاريخي حقيقت ڪري ڄاڻايو هو، جيڪا ڳالھ دائود پوٽي جي بچاءَ ۾ پيش ڪئي وئي. شري پيرومل جو رويو جيتوڻيڪ ڪن هندو ميمبرن- واڌو مل ايسرداس وغيره کي پسند نہ پيو هو، تنهن هوندي بہ پيرومل پنهنجي رخ تي قائم رهيو. اهو ڏيکاري ٿو تہ پيرومل صاحب نہ فقط هڪ سڄاڳ شخص هو، پر تاريخي، علمي ۽ ادبي بحثن ۾ هندڪي، مسلمانڪي، تنگ خياليءَ کي جاءِ نہ ڏيندو هو ۽ جيڪو صحيح سمجهندو هو، سو چئي ڏيندو هو.

اهڙو ئي رويو پيرومل دائود پوٽي طرفان شروع ڪيل اعرابن واري سرشتي تي ڇڙيل بحث دوران بہ ورتو. هي معاملو هن ريت هو جو 1905ع کان اڳ ڇپيل گهڻن درسي ڪتابن ۾ اعرابون (Vowels)، عربي گرامر موجب حرف صحيح هيٺان ڏنيون وينديون هيون، توڙي ڪن جهونن سنڌي ڪتابن ۾، سنڌي گرامر موجب پڇاڙيءَ وارن حرف علت هيٺان بہ اعرابون ڏنيون ويون هيون. 1905ع ۾ ڪاورنٽن صاحب جي صدارت هيٺ سرڪاري Text Book Revision Committee نهي، جنهن جهونو عربي طريقو ڇڏي، نئون سنڌي طريقو اختيار ڪيو ۽ پوءِ ان موجب ئي 1939ع تائين سنڌي درسي ڪتاب نڪرندا ۽ پاڙهبا رهيا. پر 1940ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي تعليم کاتي جي ڊئريڪٽر جي حيثيت ۾ اهو هالو چالو نمونو ترڪ ڪري وري اعرابن جو عربي طريقو اختيار ڪيو ۽ ڪيترن سنڌي لفظن جي صورتخطيءَ ۽ اچار پڻ هلندڙ نموني مان بدلائي نج عربي طريقي موجب ڪيائين. جنهن ڳالھ تي واد وواد هلي ۽ اخبارن ۽ چوپڙين ذريعي وڏا بحث هليا. پيرومل صاحب هن بحث ۾ زور شور سان بهرو ورتو ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي جي مخالفت ڪئي. چيٺمل پرسرام، ڏيارام وسڻ مل، منوهرداس ڪوڙو مل ۽ پروفيسر ڪي. ايچ ناگراڻي وغيره جن "سنڌي ساهت سڀا" نالي سنستا ناهي خوب چوپڙيون وغيره ڪڍيون تہ "سنڌي ٻوليءَ جو روپ ۽ اچار ڪيئن ٿا ڦيرايا وڃن." ٻيءَ ڌر ۾ وري شري پيرومل مهرچند، ليکراج عزيز، لعل چند امرڏنو مل، ديوان صوبراج نرملداس وغيره هئا، جن بہ 1941ع ۾ "سنڌي سڌار سڀا" ناهي ست ڪن چوپڙيون ڇپايون ۽ سامهون واري ڌر کي جواب ڏنو تہ اعرابن جي سرشتي ۾ تبديل جائز آهي. ان ڏس ۾ ڪاڪي

پيرومل جون ٻہ چونپڙيون "اعرابن تي ويچار" ۽ "اعرابن بابت مونجهاري جي سمجهاڻي" قابل ذڪر آهن.

اعرابن وارو مسئلو پيرومل صاحب وري ٻيهر مارچ 1945ع ڌاري شروع ڪرايو. ان وقت "سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪاري بورڊ" وارن سنڌي ڊڪشنري تيار ڪرائڻ جي پراجيڪٽ هٿ ۾ ڪنئي هئي، جنهن لاءِ ٺهيل بورڊ تي ڪاڪو پيروملُ بہ هو. سياويڪ طرح اعرابن وارو معاملو وري سامهون اچي ڪڙو ٿيو، جنهن تي پيرومل "مهراڻ" جي مارچ 1945ع واري انڪ ۾ "نئين سنڌي ڊڪشنري ۽ اعرابون" نالي ليک وڌو، جنهن تان بحث ڇڙي پيو. پروفيسر ڀوڄراج ناگراڻيءَ ڪيس مهراڻ ۾ ئي "پروفيسر پيرومل مهرچند جي سنڌي ڊڪشنري ۽ اعرابون" ليک ذريعي رد قد ڏنو، جنهن تي وري "مهراڻ جي" نومبر 1945ع واري پرچي ۾ پيرومل "نئين سنڌي ڊڪشنري ۽ اعرابون" (پروفيسر ناگراڻيءَ کي جواب) نالي ليک لکي، اعرابن بابت پنهنجي رخ ۽ رويي تي وڌيڪ روشني وڌي، پر اهو بحث اتي ئي ختم نہ ٿيو. مهراڻ جي ڊسمبر 1945ع واري پرچي ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ان بحث ۾ گهڙيو. پيرومل مهرچند "مهراڻ" جي ئي مارچ 1946ع واري شماري ۾ "اعرابن بابت ويچار- پروفيسر ملڪاڻيءَ کي جواب" ليک لکي، پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي اٿاريل اعتراضن جو بہ جواب ڏنو. مطلب تہ ان قسم جا علمي ۽ ادبي مسئلا ۽ معاملا سانده ۽ مسلسل سندس سروڪار جو سبب بڻيا رهندا هئا. هو انهن تي غور ڪندو هو، انهن بابت ٻين جو رخ سمجهڻ ۽ پنهنجو رخ ٻين کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو.

سنڌي ٻوليءَ جي صورتخطي، اعرابن، معنائن وغيره جي ڏس ۾ ٻي جاءِ چوٽ ڏيڻ وٺڻ هن کي بلڪل گوارا نہ هو. پنهنجي ئي وقت ۾ ڪن درسي ڪتابن ۾ سنڌي لفظن جون معنائون ۽ استعمال غلط نموني ڏنائين تہ "مهراڻ" جي سيپٽمبر- آڪٽوبر- نومبر 1946ع واري پرچي ۾ "اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ غلط معنائن جو ڦهلاءُ- سنڌي ٻوليءَ جي ستياناس ڪرڻ جون واٽون" عنوان سان مضمون لکيائين. ان مضمون ۾ هن پروفيسر نارائڻ داس ڀمڀاڻيءَ جي ڪتاب "ادبي گلشن" ۽ قاضي عبدالغفور هالائيءَ جي تاليف ڏنل "ديوان گل" مان ڪيترين ئي صورتخطيءَ جون ۽ معنائن جون غلطيون ڪڍي، انهن تي دليلن

سان بحث ڪندي، پوريءَ طرح ڇنڊ ڇاڻ ڪندي، عالمن ۽ اديبن جو ڌيان ان مسئلي طرف ڇڪايو هو. پرنسيپال تيجومل شهاڻيءَ جي لکيل "گوڪلي جي حياتي" تي سنڌس ڪيل نڪتہ چيني ۽ پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻيءَ جي "سنڌي شعر جي ڪسوٽي" ۾ لکيل سنڌس مهاڳ بہ قابل ذڪر آهن.

اهي تہ ٿيا علمي بحث، پر پروفيسر صاحب پنگتي ۽ ڌرمي وشين طرف بہ هميشہ سرت سجاڳ رهيو. هندن جو ماضي، هندن جون سماجڪ ريتون رسمون، انهن جو بنياد، انهن جون چڱايون برايون ۽ جديد زماني ۾ اهي ڪيتري قدر ڪارگر آهن؛ اهي ڳالهيون سنڌس سوچ جا پيارا وشيہ هوندا هئا. جن تي هومسٽيڊ هال، شرناگتي هال وغيره ۾ ٿيندڙ بحث مباحثن دوران روشني وجهندو هو يا ليڪچر ڏيندو هو. انهن ۽ ٻين پنگتي ۽ ڌرمي بحث جي وشين تي هن نندا نندا ڪتاب ۽ چوپنڙيون بہ لکيون.



ضميمو-1

# پيرومل مهرچند جا لکيل ڪتاب (سنڌيءَ ۾)

(الف) ڪوجنا ۽ تاريخ:

- هندستان جي تاريخ (1908ع)
- عاملن جو احوال (1919ع) پريمئر پريس، حيدرآباد (سنڌ)، 147 صفحا قيمت: 10 آنا
- سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ (1924ع)
- سنڌ جي هندن جي تاريخ، ڀاڱو-1 (1946ع) قيمت: 3.4.0
- سنڌ جي هندن جي تاريخ، ڀاڱو-2 (1947ع) قيمت: 5.8.0
- قديم سنڌ (1957ع) سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد (سنڌ)، قيمت: 0.8.5
- هندن جون ريتون رسمون
- ريتن رسمن جو بنياد
- هندن جي جيوت، ٻهاڪن مان پڌري
- انگلينڊ جي تاريخ (پروفيسر ڇبلاڻيءَ سان گڏ لکيل) قيمت: 5.12.0
- سنڌ جي تاريخ

(ب) لسانيات (ڀاشا وگيان)، گرامر، ٻهاڪا، لغت

- غريب اللغات (1907ع) قيمت: 6.4.0 قيصريه پريس، حيدرآباد (سنڌ)
- ٻهاڪن جي ٻيڙهه (1917ع) قيمت: 0.5.0
- وڏو سنڌي ويا ڪرڻ (1925ع) ٻه ڀاڱا، قيمت: 0.3.1 ۽ 0.11.0
- سنڌي ويا ڪرڻ ننڍڙو (مرزا قليچ بيگ سان گڏ لکيل) قيمت: 0.4.0
- سنڌي ٻولي (1925ع) ڇپايل سنڌي ساهتيه سوسائٽي
- گلقند (ٻه ڀاڱا) (1928ع)
- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ٻهريون ڇاپو (1941ع)
- سنڌي ويتپتي ڪوش (اڻ ڇپيل)
- اصطلاحن جو بنياد
- لفظن جو بنياد

(ٻ) مضمون/ ادبي انتخاب

- هيري جون ڪٿيون (ايڊٽ ڪيل (1926ع) قيمت: 0.8.0
- گلزار نثر (1929ع)
- بهار نثر (1932ع) صفحا: 204، قيمت: 1.0.0
- جوهر نثر

(پ) ناول/ ڪهاڻيون

- آنند سندريڪا (1910ع)
- وريل ۽ نعمت، ٽي ڀاڱا (16-1915ع) قيمت ٻہ آنا، ٻہ آنا، ساڍا 3 آنا، سنڌي ساهت سوسائٽيءَ ڇپايو. ٻيون ڇاپو ڊاڪٽر مائيداساڻي 1946ع ۾ ڇپايو.
- موهني ٻائي (1917ع)
- ڏي ۽ وٺ، قيمت: 0.3.0

(ڀ) ناٽڪ

- ڊرو پڳت (1919ع) قيمت 0.6.0، پريمئر پرنٽنگ پريس حيدرآباد (سنڌ) صفحا 124
- ٻزازين جو ناٽڪ (1921ع) صفحا 47
- پرگتي شيوا منڊلي، حيدرآباد (سنڌ)
- مڙس جي مڙسيءَ (1925ع)
- پنگتيءِ مقدمو (1927ع)
- گوپيچند

(ت) شعر

- گلزار نظم (1909ع)
- چونڊ ڪلام (1923ع)
- نوبهار (1926ع)
- جوهر نظم

(ٿ) سير سفر

- سنڌ جو سيلاني (1923ع) قيمت: 1.2.0، ڇپايل نئين سنڌي لئبرري، پارتواسي پريس

- لطيفي سير(1926ع) ڇپايل سنڌي ساهت سوسائٽي، ڪراچي

(ٿ) ترجما

- حرص جو شڪار (شيڪسپيئر جي "ڪنگ جان" جو ترجمو)
- گولن جا گوندر (1928ع) قيمت: 7 آنا
- (ايچ. بي‌استووجي "انڪل‌ٽامس ڪئبن" جوترجمو) آزاديءَجي ڪوڏي (1938ع)
- ٽئگور جي "پوسٽ آفيس" ناٽڪ جو ترجمو
- طلسم (1927ع) (والٽر اسڪاٽ جي "ٽئلسمن" ناٽڪ جو ترجمو، پورين اڌ)

(ٿ) متفرقہ

- پريم جو مهاتم (1914ع) صفحا:21، قيمت 0.1.6 سنڌي پرچارڪ سوسائٽي جو ڇپايل
- گهرو ڪفايت 1917ع)
- هندن جي لڏپلاڻ
- سنڌ جون سوکڙيون، قيمت: 0.2.0
- سر سورٺ معنيٰ سان، قيمت: 0.1.9
- مرزا قليچ بيگ جي حياتي، حڪمتي ماجسٽريٽ، سري ڪرشن، شيطان منجهان انسان، موتين جي مالها، پتري پستڪ، سورهان سنسڪار، وچن مالا، ٻاراڻيون ٻوليون، سر ٽامس موئر.

(ٿ) انگريزيءَ ۾

- موئن جو دڙو

وڏيڪ

انهن ڪتابن کان سواءِ ڀيرومل مهرچند جا ڪيترائي مضمون، جيڪي علمي، ادبي، تاريخي، تنقيدي ۽ تحقيقي قسم جا آهن، سي سنڌو، مهراڻ، انڊس، سرسوتي، ڦلواڙي مخزن ۽ ديپ. جي سنڌ ڪاليج جي مسلني وغيره ۾ ڇپيل آهن.
انهن مضمونن جي ڪجهه وچور هن طرح آهي:

- ٻولي ۽ تهذيب، تاريخ ۾ غلطيون، لوڪمانيہ تلڪ جون ڪيل ڪوجنائون، سنسڪرت ۽ ديوناگريءَ بابت ويچار، مرزا قليچ بيگ، ڀائي دلپت راءِ صوفي،

پائي ڪنور رام، دسهڙو ۾ ڏياري، حيدرآباد جا هاءِ سڪول، سنڌو ۾ مهراڻ، ڏيارام گدومل، سوريءَ مان ڪنڊو، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو رسالو، آڳاٽن شاگردن جا اهنج، ڪبير شاهه، ڏرمشٽ ماءُ ۽ ڏيءُ (سڀ "سنڌو" رسالي ۾ ڇپيل)

- اڪ، سارنگ، ٻوليءَ جو فخر، مارئيءَ جو ملڪ، شاهه جي سنڌي (ڊي جي. سنڌ ڪاليج مسلنيءَ ۾ ڇپيل)
- تير اندازيءَ جي تاريخ، سنڌيءَ جي ڏڪدائڪ حالت، اعرابن بابت ويچار (مهراڻ ۾ ڇپيل)
- قديم سنڌ جي لهه وچڙ ("انڊس" سالياني پرچي ۾ ڇپيل) ڪراچيءَ جي رابندر ناٿ ڊراماٽڪ ڪلب جي انگريزي- سنڌي سالياني باتصوير مخزن "انڊس" جي، منگهارام ملڪاڻيءَ طرفان ايڊٽ ڪيل 1935ع واري سالياني پرچي ۾ پيرومل "انڊس" نالي ليک لکيو هو. ان ڪان سواءِ سندس بيدل فقير، ساجهه، سنڌي راڳ، قديم سنڌ جي سيتا ۽ شاهوڪاري وغيره مضمون بہ مشهور آهن.
- سنڌي ادبي بورڊ واري جامع سنڌي لغات جي پهرئين جلد جو شروعاتي دستخط مرتب ڪرڻ ۾ پڻ پرپور ۽ ڪارگر بهرو ورتائين.

ضميمو-2

## حوالا

### ڀيڳٽو ساهتڪار

1. غلام محمد گرامي: وياسي وينجهار (1977ع) ص: 23
2. ڀيرومل مهرچند: قديم سنڌ (1957ع ص: 1 (ناشر طرفان ڀ اکر)

### زندگي ۽ شخصيت

1. ڀيرومل مهرچند: سنڌ جي هندن جي تاريخ، ص: 64
2. ڀيرومل مهرچند: سنڌ جي هندن جي تاريخ (ڀاڱو پهريون)
3. ساڌو هيرانند: هيري جون ڪٽيون (منڍ)
4. ڀيرومل مهرچند: سنڌ جي هندن جي تاريخ (ڀاڱو ٻيون، ص: 213)
5. ڀيرومل مهرچند: لطيفي سير، ص: 3
6. موتيرام راموائي: هڪ ڇاٽڻ جهڙي حقيقت، سنڌي ٽائيمس 11 نومبر 1985ع
7. منگهارام ملڪاڻي: ساهتڪارن جون سمرتيون، ص: 50
8. ڀيرومل مهرچند: غريب اللغات ص: 7
9. منگهارام ملڪاڻي: ساهتڪارن جون سمرتيون، ص: 55
10: منگهارام ملڪاڻي: ساهتڪارن جون سمرتيون، ص: 46

### ڪوجنيڪ ۽ تاريخ نويس

1. منگهارام ملڪاڻي: سنڌي نثر جي تاريخ (1968ع) ص: 339

### لسانياتي ماهر

1. ڀيرومل مهرچند: سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڇاپو ٽيون (منڍ)
2. ڀيرومل مهرچند: سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڇاپو ٽيون (منڍ)
3. مرليڌر جيٽلي: ڪلڪتي ۾، ڊسمبر 1986ع ۾، ڀيرومل تي پڙهيل پيپر

### مضمون نگار

1. منگهارام ملڪاڻي: سنڌي نثر جي تاريخ ص: 214

کٿا ڪار

1. پيرومل مهرچند: موهني بائي (منيا)

ناٽڪ ڪار

1. کيرت ٻاٻاڻي: ”ڪاڪو پيرومل مهرچند“ ليک ”سنڌو“ مئي 1955ع

سچو سيلاني

1. پيرومل مهرچند: لطيفي سير، ص: 160
2. شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ: لطيفي سير، ڇاپو پهريون (مهاڳ)

شاعر

1. پيرومل مهرچند: نوبهار (منيا)

ترجمان

1. پيرومل مهرچند: گولن جا گوندر، ٻيون ڇاپو، ص: 6
2. پيرومل مهرچند: گولن جا گوندر، ٻيون ڇاپو، ص: 31



# پيرومل مهرچند آڏواڻي

## (هڪ کوجنيڪ ۽ اِتهاسڪار جي روپ ۾)

مرليڌر جيٽلي

پيرومل مهر چند آڏواڻيءَ جي ادبي خدمتن جي قدر شناسيءَ ۾، سنڌي اِدبي بورڊ جي اڳوڻي سيڪريٽريءَ محمد ابراهيم جويي لکيو آهي تہ: "هن صاحب کي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ بي پناھ عشق هو. انهيءَ عشق جو اظهار هن پنهنجي اڻٿڪ قلم جي ذريعي ڪيو، جنهن سنڌ ۽ سنڌين کي اهو ڪي ڏنو آهي، جنهن لاءِ سنڌ صدين تائين سندس شڪرگذار رهندي. سرڳواسي پيرومل کي سنڌي نثر ۾ هڪ امتيازي مرتبو ۽ انفرادي اسلوب هو. سندس هر تصنيف بسندس انتهائي خلوص ۽ فدائيت جو پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ لاجواب دليل آهي."(1)

اِنهيءَ ۾ ذرو بہ شڪ نہ آهي تہ پيرومل مهرچند پنهنجي دؤر جي سنڌي ادب ۾ هڪ نرالي شخصيت هو. هن پنهنجي ٻهومکي پرتيا ذريعي، سنڌي ساهت جي جدا جُدا شاخن تي ليکڻي هلائي، جن ۾ شعر ڪهاڻي، اپنياس، ناٽڪ، مضمون، ادبي تنقيد ۽ ٻال ساهت اچي وڃن ٿا. ان دؤر ۾ مرزا قليچ بيگ، لالچند امر ڏني مل ۽ ڄيٺمل پرسرام جهڙن ليکڪن بہ گوناگون موضوعن ۽ ادب جي الڳ الڳ شاخن ۾ رچنائون لکي سنڌي ساهت جا گهڙا ڀريا. پر انهيءَ چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ آهي تہ ٻين سمڪالين سنڌي ليکڪن جي ڀيٽ ۾،

---

(1) پيرومل مهر چند آڏواڻي، قديم سنڌ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، ٻهريون ڇاپو، 1957ع، "ناشر طرفان بہ اکر"

پيرومل مهرچند ۾ کوجنا ڪرڻ جي قابليت جان تان سرس هئي. سندس تحقيق جا مکيه وشئه هئا- سنڌي ٻولي (ٻاشا وگيان، شبد ڪوش رچنا، سنڌي ٻوليءَ جي اوسر ۽ وياڪرڻ) سنڌي ادب (سنڌي ساهت جي تاريخ ۽ تنقيدي جائزو)، سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي، سنڌ جو سير- سفر. انهن موضوعن تي هن جيڪي ڪجهه لکيو آهي، ان کي اڄ به گهڻي اهميت آهي. انهن ڏسائن ۾ سندس تحقيقي رچنائون پيڙهه ۾ رکيل بنيادي پٿرن جو ڪم ڪن ٿيون. جن جي آڌار تي پين سنڌي محققن کي عاليشان عمارت اڏڻ جو ڪم ڪرڻو آهي.

زندگي:

پيرومل جو جنم عيسوي سن 1875ع ڌاري، حيدرآباد سنڌ جي آڏواڻي آڪهه ۾ ٿيو. سندس ڏاڏو ديوان آئلمل اجومل مختيارڪار هو ۽ پيرومل جو پتا ديوان مهرچند، سيٽلمينٽ کاتي ۾ هيڊ منشي هو، جتان سن 1888ع ۾ هو رٽائرڊ ٿيو. پيرومل ابتدائي تعليم حيدرآباد ۾ ئي حاصل ڪئي. هو 20 ورهين جي ڄمار ۾ سالٽ ايڪسائيز کاتي ۾ 25 رپيا ماهوار پگهار تي ملازم مقرر ٿيو. اها سرڪاري نوڪري هن لاءِ نعمت ثابت ٿي. نوڪريءَ واري عرصي ۾ کيس سنڌ جي جدا جدا حصن ۾ گشت ڪرڻ جو موقعو مليو. هو سنڌ جي الڳ الڳ علائقن جي قدرتي بناوت، جاگرافيءَ، ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ ۽ ريتن رسمن کان واقف ٿيو. انهيءَ ڄاڻ جو عڪس سندس لکڻين ۾ جاءِ بجاءِ نظر اچي ٿو. سنڌ جي تعليم کاتي سان ۽ سنڌي ۾ درسيءَ ڪتابن جوڙڻ سان پيرومل جو ناتو هن صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي کان وٺي هلندو آيو: هو لکي ٿو، "28 ورهيه ايڪسائيز کاتي ۾ ۽ 13 ورهيه ڪاليج ۾ نوڪري ڪيم. انهن 41 ورهين جي عرصي ۾ 45 کن ڪتاب لکيم. سن 1905ع کان وٺي جيڪي سنڌي درسي ڪتاب اسڪولن ۾ پاڙهڻ ۾ اچن ٿا، تن ۾ هڪ سؤ سبق، نظم ۽ نثر ۾، منهنجا لکيل آهن. ماءُ جي پيار بابت ("ڪنهن مون کي ٿي ڪير پياريو")، لاباري بابت ("اڄهو اسوءَ جو مهينو آيو")، ماڪيءَ جي مک بابت ("وقت ڇوي مان بادشاهه") وغيره منهنجا جوڙيل آهن." (1)

سن 1924ع ۾ جڏهن عمر بن محمد دائود پوٽي پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ لاءِ لنڊن

---

(1) پيرومل مهرچند آڏواڻي، سنڌ جي هندن جي تاريخ، ڪراچي، 1946ع، صفحو 65. (ٻاڳو پهريون)

روانو ٿيو. ٿڏهن ڀيرومل کي ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ سندس جاءِ تي سنڌي پاڙهڻ جي آڇ ٿي. اهو ڪم ڀيرومل جي ڏانءَ جو هو. انهيءَ ڪري هن سرڪاري نوڪري، هڪ سوٗ رپيا ماهياني پينشن تي ڇڏي ساڳئي سال ۾، نومبر مهيني ڪان وٺي، ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. اتي هن 13 سالن يعني سن 1937ع تائين سنڌي پڙهائڻ جو ڪم ڪيو. انهيءَ عرصي ۾ ڀيرومل شاگردن ۾ سنڌي لاءِ ايترو ته چاهه پيدا ڪيو، جو ڪاليج ۾ سنڌي پڙهندڙن جو تعداد گهٽجو وڌي ويو. ان بعد يونيورسٽيءَ بي اي. تائين ڪاليج جي سيني سالن ۾ سنڌي وشيه پانيڪرم ۾ تسليم ڪيو.

سن 1940ع ۾ سنڌ سرڪار "سنڌي ادب (ساهت) لاءِ" مرڪزي صلاحڪار بورڊ" برپا ڪيو. ان ۾ ڀيرومل کي به هڪ ميمبر طور ڪنيو ويو. هو ڪجهه عرصو ان بورڊ جو وائيس چيئرمين به ٿي رهيو. بورڊ طرفان "جامع سنڌي لغات" ناهڻ لاءِ جيڪا ايڊيٽوريل ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، ان ۾ ڀيرومل ۽ لالچند مکيه ڪم ڪندڙ هئا. ملڪ جي ورهاڱي سببان ڊڪشنريءَ تيار ڪرڻ جي رٿا ڪيترا سال رڪيل هئي، لالچند اڳي بمبئيءَ ۾ ناتو نڪاتو ڪيو، ته ڀيرومل اڳي پونو وسايو. ٽين جولاءِ 1950ع جي ڏهاڙي، ڀيرومل شام جي وقت سير لاءِ گهران نڪتو، واٽ تي هڪ ٽانگي سان ٽڪرجي ڪري پيو. ان حادثي ۾ ڪيس ايترا ڌڪ لڳا، جو پوءِ گهڻو وقت ڪڍي نه سگهيو. ستين جولاءِ 1950ع تي، پونا جي ساسون اسپتال ۾، سنڌيءَ جو هيءُ اعليٰ اديب ساسين سڪالو ٿيو.

رچنائون:

ڀيرومل جا ڪيترائي تحقيقي ۽ تنقيدي مضمون جدا جدا مخزنن ۾ شايع ٿيل آهن، جن کي گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جي سخت ضرورت آهي. سندس ڪتابن جو تعداد به 45 کن آهي، جن ۾ مکيه ڪتاب هن ريت آهن:

1- اپنياس: وريل ۽ نعمت (1915ع)، طلسم (ترجمو- (1927) گولن جا گوندر (ترجمو-1928ع)

2- ڪهاڻيون: آنند سندريڪا (1910ع)، موهني بائي (1917ع)، پريم جو مهائم (1914ع).

3- ناٽڪ: حرص جو شڪار (ترجمو)، بزازين جو ناٽڪ (1921ع)، مڙس

جي مڙسي (1925ع)، پنگتي مقدمو (1927ع)، آزاديءَ جي ڪوڏي (ترجمو- 1938ع).

4- سير-سفر: سنڌ جو سيلاني (1923ع)

5- تنقيد: شاهه جي ڪن سرن جي تشريح، لطيفي سير (1926ع)

6- سمپادن: گلزار نظم (1909ع)، گلزار نثر (1929ع)، نوبهار، هيري جو ڪٺيون (1929ع)

7- اتهاس: موهن جو دڙو (انگريزيءَ ۾، 1924ع)، سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ، 1924ع)، هندن جون ريتون رسمون، ريتن رسمن جو بنياد، عاملن جو احوال (1919ع)، سنڌ جي هندن جي تاريخ (ٻن ڀاڱن ۾، 1946-1947ع)، سنڌ (1957ع)

8- سنڌي ٻولي ۽ وگيان: غريب اللغات (1907ع)، سنڌي ٻولي (1925ع)، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ (1941ع)، سنڌي وڏو وياڪرڻ (1925)، گلقند (1925ع).

9- اڻ ڇپيل: سنڌي ويتپتي ڪوش، هندن جي لڏپلاڻ.

## ڀيرومل: هڪ ڪوجنيڪ ۽ اتهاسڪار:

ڪنهن بہ ڳالهه جي تهه ۾ وڃي، انهيءَ جي ابياس ۽ ڇيد ڪرڻ جا مکيہ ٽي پهلو آهن: (1) تشريحي يا ورڻناتمڪ ابياس (Descriptive Study) ، (2) تقابلي يا تلناتمڪ ابياس (Comparative Study)، (3) تاريخي يا اتهاسڪ ابياس (Historical Study). ڀيرومل جي لکڻين ۾ اهي ٽيئي پهلو اڪثر ڳڏ نظر اچن ٿا. هو جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي بناوت ۾ ڪنهن نقطي کي سمجهائي ٿو، تڏهن گهڻو ڪري انهيءَ جي تاريخي اوسر ۽ ٻين ٻولين ۾ انهيءَ جي بناوت کي بہ سمجهائيندو ٿو هلي. ساڳيءَ طرح تاريخ تي لکندي، هو لفظن جي ڀيٽ ۽ ٻين ٻولين ۾ ساڳي بنياد مان نڪتل لفظن سان انهن جي ڀيٽ بہ ڪندو ٿو رهي. انهيءَ ڪري ڀيرومل جي لکڻين ۾ ابياس جا اهي ٽيئي پهلو گهڻو ڪري هڪ هنڌ نظر اچن ٿا. انهيءَ هوندي بہ سهوليت خاطر، ڀيرومل جي تحقيقي ۽ تاريخي ابياس وارين رچنائن کي هيٺين ڪلاسن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(1) سنڌي ٻولي ۽ ڀاشا وگيان

(2) سنڌي ساهتيہ

(3) سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي
(4) سنڌ جو سير- سفر

انهن موضوعن تي لکيل، ڀيرومل جي مکيه مکيه رچنائن جو هتي مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

## سنڌي ٻولي ۽ ڀاشا وگيان:

هن ڪيتر ۾ ڀيرومل جون مکيه رچنائون آهن: غريب اللغات (1909ع)، سنڌي ٻولي (1925ع)، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ (1941ع)، سنڌي وڏو وياڪرڻ (1925ع)، گلقند (1925ع)، ادبي مخزنن ۾ شايع ٿيل تحقيقي مضمون.

غريب اللغات: ڀيرومل جي شروعاتي رچنائن ۾ اهم جاءِ والاري ٿي. ڀيرومل شعرن ۾ پنهنجو تخلص "غريب" لکيو آهي، جيڪو سندس نهٺائيءَ ۽ حليميائيءَ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. "غريب اللغات" معنيٰ "غريب جي جوڙيل لغات (ڊڪشنري)، 52 صفحن جي هن ننڍڙي شبد ڪوش ۾، شاهه جي رسالي جي شروعاتي ٽن سرن مان اهنجا لفظ ۽ فقرا ڪٺي، انهن جي معنيٰ سمجهائي ويئي آهي. ڀيرومل جو مقصد هو ته اِن طرح رسالي جا جدا جدا سر ڪٺي، انهن جو شبد ڪوش تيار ڪجي. پهرين ڀاڱي جي آخر ۾ هن ڄاڻايو آهي ته ٻيون ڀاڱو پريس ۾ ڇپائيءَ هيٺ آهي. پر لڳي ٿو ته هو انهيءَ رٿا مطابق، شاهه جي رسالي جي مڪمل ڊڪشنري تيار ڪري ڇپائي نه سگهيو.

ڀيرومل هيءَ ڊڪشنري سن 1905ع ڌاري ناهڻ شروع ڪئي، جڏهن سندس عمر 30 سال هئي ۽ هو سنڌ جي سالٽ ريوينيو کاتي جي ڪليڪٽر جي آفيس ۾ هڪ ڪلارڪ هو. هن پهريون ڀاڱو سن 1909ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪيو. لغات جي مهاڳ مان ئي، ڪوجنا جي ڪيتر ۾، ليکڪ جي ايمانداري ۽ سچائيءَ جي صاف جهلڪ ملي ٿي. هن جن جن عالمن کان ڏکين لفظن جي معنيٰ پڇي آهي يا جن جي ڪتابن تان مدد ورتي آهي، انهن مڙني جا حوالا ڏنا آهن. مهاڳ مان اها به ڄاڻ پوي ٿي ته ڀيرومل ثانوي تعليم حيدرآباد جي مشهور اسڪول "يونين ايڪيڊمي" مان حاصل ڪئي. اتي ساڌو هيرانند ۽ پوءِ سندس ننڍي ڀاءُ تاراچند شوقيرام آڏواڻيءَ کان هو شاهه لطيف جو ڪلام پڙهيو هو. لغات جي مهاڳ ۾ هو لکي ٿو، "مون کي ننڍي لاڪر رسالي پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو

هو. مون پوءِ سعيو ڪري، هٽي ڏٽي، ڏکين ڏکين لفظن جون معنائون هٿ ڪيون ۽ 1925ع ۾ اچا معنائن جي ڪتاب ڇپائڻ جو خيال ڪيم تہ معلوم ٿيم تہ مرزا قليچ بيگ صاحب رسالي جون معنائون لکي تيار ڪيون آهن ۽ جلد ڇپائڻ وارو آهي. هن صاحب پوءِ منهنجي چوڻ تي پاڻ واريون معنائون ڇاپخاني ۾ موڪلڻ کان اڳ، مهرباني ڪري مون ڏي ڏياري موڪليون. تنهن وچ ۾ وري هڪ لغت مرحوم آخوند عبدالرحيم بن محمد وفا عباسيءَ جي هٿ لڳيم ۽ هڪ ٽرمپ صاحبَ وارو رسالو مليم، جنهن ۾ حاشيءَ تي انهيءَ ساڳيي آخوند صاحب جي دستخط اهنجن لفظن جون معنائو لکيل هيون. انهن ٽنهي ڪتابن سان پنهنجون معنائون ڀيٽڻ لڳس. پر انهيءَ ڪم ۾ مون کي تمام گهڻو وقت لڳي ويو، جنهن ڪري گذريل سال پاڻ واريون معنائون ڇپائي ڪين سگهيس."

مهاڳ جي آخري پيرا ۾ پيرومل لکي ٿو، "منهنجي پڙهندڙن کي وينتي آهي تہ جيڪڏهن ڪين ڪا اهڙي معنيٰ خيال ۾ اچي وجي جا مون نہ ڏني هجي تہ اها مهرباني ڪري مون کي لکي موڪلين، اُن لاءِ آءٌ سندن گهڻو شڪرگذار رهندس." (ڪراچي، 12 جولاءِ، 1906ع).

هنن لفظن مان بہ پيرومل جي نهٺائيءَ جي پليءَ پانت ڄاڻ پوي ٿي. هو پنهنجيءَ لغت ۾ ڏنل معنائن کي آخري حرف ڪري نٿو ليکي.

قليچ بيگ جي تيار ڪيل "لغات لطيفي" ۽ پيرومل جي هن لغات جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪرڻ سان صاف ظاهر ٿي پوي ٿو تہ پيرومل ڪيترن هنڌن تي معنائن ۾ سڌارا ۽ واڌارا بہ ڪيا آهن. جيئن تہ: "مهيسر" جي معنيٰ قليچ بيگ لکي آهي: "هندڪو نالو خدا جو، پير مغان" (لغات لطيفي-ص 12). ٻئي طرف پيرومل لکيو آهي- "مهيسرُ- مها ايشور يعني شو يا پيروءَ، جنهن جي مورت تي گتيوال وڪري ڪرڻ کان اڳ شراب جا ڇنڊا وجهندا آهن." (غريب اللغات، ص 11).

پيرومل لفظن جي معنيٰ لکندي ڪيترن هنڌن تي ڀاشا وگيان جي اصولن موجب، لفظن جي تبديلي تي بہ اشارا ڪيا آهن. مثال طور: "ڪڙ=ڪل، خبر (ر ۽ ل پاڻ ۾ بينا آهن. جيئن، جر=جل، ڪرتار= ڪلتار)" (ص 6). "سر=تير (سنسڪرت شر)" (ص 20). انهيءَ کان سواءِ شاهہ جي رسالي ۾ آيل لفظن جي

معنيٰ سمجهائيندي: ڀيرومل ٻين شاعرن جي شعر مان بہ مثال پيش ڪيا آهن، جنهن مان سندس گهري اڀياس جي ساک ملي ٿي.

قليچ بيگ ۽ ڀيرومل، "ڪيڪان" لفظ جي معنيٰ لکي آهي "گهوڙو" پر هوتچند گربخشاڻيءَ انهيءَ معنيٰ سان شامل راءِ ڏيندي، لفظ جي صحيح صورت "ڪان" (سنسڪرت- "ڪاند") ڄاڻائي آهي، جيڪا بلڪل درست آهي. ڪاتبن پراڻن دستخطن ۾ "ڪي ڪان" لفظ کي پل وچان گڏي لکيو تہ اِهو لفظ غلط هِجي "ڪيڪان" ۾ واهپي ۾ اچي ويو.

"ڪرهو نہ ڪي ڪان، پيرين آءُ نہ پهچئي."

(شاهہ جو رسالو- مقدمہ، ص 134)

"سنڌي ٻولي": ڀيرومل جو لکيل هڪ ننڍڙو ڪتاب آهي. جيڪو سنڌي ساهتيہ سوسائٽي (ڪراچي) جي ماهوار رسالي جي سيريز ۾، فيبروري 1925ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿيو. ڀيرومل سنہ 1924ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ سنڌي پاڙهڻ لاءِ ليڪچرار مقرر ٿيو تہ هن ڪاليجي شاگردن کي سنڌي ٻوليءَ جي مختصر ڄاڻ ڏيڻ لاءِ هيءَ ڪتابڙي لکي. ان جي 22 صفحن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اوسر، سنڌي جي اپياشائن، سنڌيءَ جي آئيوينا جي تاريخ، ٻوليءَ جي بيهڪ ۽ سنڌي ساهتيہ جي ٿوري ۾ واقفيت ڏنل آهي. اِن موضوع تي وڌيڪ اڀياس ڪري، ڀيرومل "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" لکي، جيڪا ڪاليج مان رٽائر ٿيڻ بعد، هن سنہ 1941ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪئي.

"سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" انهيءَ موضوع تي سنڌيءَ ۾ لکيل پهريون تحقيقي ڪتاب آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ ليکڪ لکي ٿو، "ٻوليءَ جي تاريخ معنيٰ ٻوليءَ جي تبديل جي تاريخ. ٻوليءَ ۾ تبديل ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ آڻين ٿا، تنهنڪري جنهن ٻوليءَ جي تاريخ لکجي، تنهن ۾ پرڳڻي جي ماڻهن جو ذڪر بہ ضروري ڪجي. انهيءَ سبب سنڌ جي تاريخ ۽ ان جو جيڪو اثر ٻوليءَ تي ٿيو آهي، سو ٻڌايو اٿم."

ٻولي ۽ ساهت پاڻ ۾ ڳنڍيا ڳتيا پيا آهن. ساهت جو مدار ٻوليءَ تي ۽ ٻوليءَ جو مدار ماڻهن تي، تنهنڪري هن ڪتاب ۾ اهو بہ ڄاڻايو اٿم تہ سنڌي ساهت جي ترقي ڪيئن ٿي. مطلب تہ هن ڪتاب ۾ ٽي تاريخون آهن: سنڌ جي تاريخ،

ٻوليءَ جي تاريخ ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ. سنڌي ٻوليءَ جي اونهي اڀياس ڪرڻ لاءِ
گويا هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ بابت ڪي مکيہ ڳالهيون مختصر
طرح ڏنيون اٿم ۽ اهي بہ هنائي ڪتاب جي ڇيڙي ڏي ڪيون اٿم. تہ جن ڪي
فقط تاريخ پڙهڻي هجي، تن ڪي اهي ڳالهيون وچ ۾ نہ منجهائين. مضمون کي
سلوڻي ۽ سوادي ڪرڻ لاءِ شاهہ، ساميءَ ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام مان ڪي
ٽڪون ڏنيون اٿم، تہ پڙهندڙ ٻلي وندر جو ڪتاب ڪري پڙهن."

انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ ڀيرومل عام پڙهندڙن ۾ هن قسمَ جي خشڪ وشيہ ۾
چاهہ پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتاب کي ڇگو دلچسپ بڻايو آهي. هن يورپي عالمن
جي لکڻين جو وسيع پيماني تي اڀياس ڪري، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان واسطو
رکندڙ مصالحو چونڊي هڪ هنڌ ڪٺو ڪيو آهي. ان کي هن پنهنجن شخصي
آزمودن ۽ اڀياس سان سجائي سنواري، سليس ۽ دلچسپ نموني پيش ڪيو
آهي. ان ڪري نہ فقط شاگردن لاءِ، پر عام پڙهندڙن لاءِ بہ هي ڪتاب گهڻي
معلومات ڏيندڙ ثابت ٿيو آهي. سنڌيءَ جي اڀياشائن وارو باب چاهي گريئرسن
جي ڏنل آڌار تي ٻڌل آهي، تہ بہ انهيءَ ۾ ڀيرومل پنهنجن شخصي آزمودن مان
ڪيتريون ئي نيون ڳالهيون ڏنيون آهن. هن ڪتاب ۾ مکيہ اوڻائي جيڪا
هڪدم ڪنڪي ٿي، اها اِها آهي تہ بيان ۾ سلسلو نہ رهيو آهي. سنڌ جي
سياسي تاريخ، ٻولي ۽ ادب جي ورڻن سان گڏي پيئي آهي. انهيءَ ڪري
ڪنهن بہ هڪ پهلوءَ جي اوسر جو باترتيب سلسليوار چِٽر ڪونہ ٿو ملي. ٻيو تہ
گريئرسن توڙي ٻين ڪن ڀاشا وگيانن جنهن طريقي سنڌيءَ ۽ ٻين هاڻوڪين
آريہ ٻولين جي اوسر سمجهائي آهي، انهيءَ کي بہ هن ڪتاب ۾ نيڪ طرح
پيش نہ ڪيو ويو آهي. حقيقت ۾ ڀارت جون هاڻوڪيون آريہ ٻوليون جدا جدا
دؤرن ۾ جيڪي ساهتيڪ ڀاشائون هيون (جيئن تہ- ويدڪ سنسڪرت،
سنسڪرت، پالي، پراڪرت، اَپڀرنش)، انهن جي پورويچوتيءَ تي هلندڙ سندن
ٻول چال وارن روپن مان وڪست ٿيون آهن. خود انهن ساهتيہ ۾ ڪتب ايندڙ
ڀاشائن جو معياري ۽ نيٺ روپ بہ جدا جدا دؤرن جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ وارين
ٻولين مان نهيو آهي. پر ڀيرومل، سنڌيءَ جو انهن ساهتيڪ ڀاشائن مان ئي
وڪاس ڄاڻايو آهي، جيڪو صحيح نہ آهي. ڪن ڪن هنڌن تي ليکڪ غلط
بيان بہ ڪيو آهي، جيڪو پوري تحقيق نہ ڪرڻ سببان ٿيو آهي. مثال طور،
صفحي 127 تي ڄاڻايل آهي تہ ديوان ننديرام سيوهاڻيءَ "تاريخ طاهريءَ" جو

سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو صحيح نہ آهي. هن فارسيءَ جي"تاريخ معصوميءَ" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو، جنهن تي تعليم کاتي طرفان ڪيس انعام بہ حاصل ٿيو. صفحي 283 تي ڀيرومل انهيءَ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جا نالا ڏنا آهن، جن سنہ 1953ع ۾ سنڌيءَ لاءِ عربي- فارسيءَ اکرن جي آذار تي هڪ معياري آئيوبٽا جوڙي هئي. انهن ۾ مرزا قليچ بيگ جي وڏي ڀاءُ مرزا صادق علي بيگ جو بہ نالو ڏنل آهي، جيڪو غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جو جنم سنہ 1845ع ۾ ٿيو هو. ان وقت هو فقط اٺن سالن جو ٻارڙو هو.

ڀيرومل سنہ 1925ع ۾ "سنڌي وڏو وياڪرڻ" بہ لکي ڇپايو هو، جيڪو سنڌ ۽ هند ۾ هڪ سنڌي رچنا مڃيو وڃي ٿو. انهيءَ جو نئون ڇاپو ٻارت ۾ تعليم کاتي طرفان ٻيهر شايع ڪيو ويو آهي. سنڌ ۾ بہ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان سنہ 1986ع ۾ ان ڪتاب جو نئون ڇاپو، ڇپائي ظاهر ڪيو ويو آهي. ان ۾ ٽيون ۽ چوٿون ڀاڱو بہ ڏنل آهي، جيڪو ٻارت واري ڇاپي ۾ نہ آهي. هن وياڪرڻ تيار ڪرڻ ۾ ڀيرومل بہ فقط ان کان اڳ جا ڇپيل سنڌي گرامر نظر مان ڪڍيا آهن، پر ٻين ٻولين جي وياڪرڻن جو بہ مطالعو ڪيو آهي. هن سڀ کان گهڻي مدد ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي لکيل "سنڌي گرامر" تان ورتي آهي، جيڪو سن 1872ع ۾ جرمنيءَ مان شايع ٿيو هو.

ڀيرومل جي تيار ڪيل سنڌي وياڪرڻ جي مکيہ خوبي اها آهي تہ ان ۾ ڪيترن هنڌن تي سنڌي لفظن ۽ وياڪرڻ جي روپن جي اوسر تي بہ اشارا ڏنل آهن، جن جو آڌار ٽرمپ ۽ گريئرسن جون رچنائون آهن، سنہ 1925ع بعد پاشا، گيان ۽ سنڌي ٻوليءَ جي جدا جدا پهلن بابت گهڻي نئين تحقيق ٿي چڪي آهي. ان جي مدنظر ڀيرومل جي انهيءَ رچنا ۾ ڪن ڪن هنڌن تي سڌارن ڪرڻ جي ضرورت آهي. جيئن تہ-ڳ، ڄ، ڏ، ٻ ڌونيون ٻٽا وينجن نہ آهن، پر چوسٽا- ڌماڪيدار وينجن (Implosive Cons) آهن. اسمن جي گرداڻ ۾ سنسڪرت جي آڌار تي اٺ يا فارسيءَ جي آڌار تي پنج حالتون ڄاڻائڻ صحيح نہ آهي. حقيقت ۾ اسم، سنڌيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ ٽي حالتون گرداني تبديل ذريعي ڏيکاري ٿو. حالت فاعلي، حالت عام (يا عام صورت) ۽ حالت ندا. لفظن جي رچنا ۾ مرڪب، مرتب ۽ ٻٽن لفظن جي قسمن ۾ فرق ڏيکارڻ گهرجي، جيڪو روايتي گرامرن ۾ نٿو ڏيکاريو وڃي.

"گلقند": ڪتاب ۾ پيرومل سنڌي پهاڪا ۽ اصطلاح گڏ ڪري ڇپايا آهن. انهيءَ ۾ پهاڪن واري ڀاڱي ۾ ليکڪ ڪيترن هنڌن تي هر معنيٰ پهاڪا گڏي ڏنا آهن ۽ ساڳي معنيٰ وارا انگريزي پهاڪا بہ ڏنا آهن. سنڌي اصطلاحن واري ڀاڱي ۾ ليکڪ ڪجھ اهڙا لفظي ميڙ بہ ڏنا آهن، جيڪي حقيقت ۾ اصطلاح نہ آهن. پيرومل جي ڏنل سمجهاڻيءَ موجب "اصطلاح يا ورجيس ان کي چئجي ٿو، جنهن جي اکري معنيٰ هڪڙي ۽ رواج موجب ٻي هجي." (ص 230)

ان سمجهاڻيءَ مطابق نالو بد ٿيڻ (بدنام يا گلارو ٿيڻ)، ڳيوراري (ٻار واري، جنهن کي ٻار ٿڃن تي هجي)، عالم آشڪار (جڳ پڌرو)، پڌري پٽ (ظاهر ظهور، ڪليو ڪلايو) اصطلاح نہ ليکبا. انهن ڪن اوڻاين کي جيڪڏهن نظرانداز ڪري ڇڏجي تہ پوءِ هيءُ سنگرھ سنڌيءَ ۾ اهميت واري ڄڄھ والاري ٿو.

متفرقا مضمون: سنڌي ٻوليءَ جي جدا جدا پهلن بابت پيرومل جا لکيل ڪيترائي مضمون ادبي رسالن ۾ وقت بہ وقت شايع ٿيندا رهندا هئا. انهن مان ليکڪ جي علم ۽ ڳوڙهي اڀياس جي ساک ملي ٿي. مثال طور "سنڌو" (جنوري 1934ع) مخزن ۾ هن "عربي لپيءَ مان نقصان" مضمون ۾ عربي آئيوئا جي بناوت ۽ اپنائڻ تي عالماڻو بحث ڪيو آهي. هن جي راءِ مطابق سن 1853ع ۾ جن عالمن ان کي معياري صورت ڏني، انهن نوان حرف تيار ڪرڻ وقت ڪو هڪ سرشتو نہ اپنايو. مثلاً، وسرڳي اکرن ۾ ڪن هنڌن تي "ھ" جو استعمال ڪيو ويو آهي. (جھ، گھ) تہ ڪن هنڌن تي نقطن ڪان ڪم ورتو ويو آهي. (ڀ، ٽ، ٿ، ڍ، ڏ، وغيره) انهيءَ ڪري آئيوئا ۾ پاڻ وڏيڪ مونجهارو پيدا ٿيو. ليکڪ جي راءِ مطابق سنڌي ٻوليءَ لاءِ "هاڻوڪي عربي سنڌي آئيوئا کي عربي سمنڊ ۾ لوڙهي، وڏيءَ دل سان ديوناگري اکر ڪم آڻڻ گهرجن." (ص 9). پيرومل ان مسئلي تي "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" (1941ع) ڪتاب ۾ بہ وستار سان ويچار ڪيو آهي ۽ سڄي هندستان لاءِ هڪ "پڪي آئيوئا" يعني "Common Script" اپنائڻ جي صلاح ڏني آهي. (ص 290-291)

"مهراڻ" (آگسٽ، سيپٽمبر، آڪٽوبر 1946ع) ۾ پيرومل جا ٻہ نهايت عمدا مضمون شايع ٿيل آهن- "دال مصالح ڇنڻيءَ سان!" ۽ "تيراندازيءَ جي تاريخ". انهن مان سندس وسيع اڀياس ۽ سليس، دلچسپ لکڻيءَ جي ساک ملي ٿي. پهرئين مضمون ۾ هن "دال" لفظ جي ذاتوءَ ۽ ان مان سنڌي ۾ جڙيل ٻين لفظن

جو بيان ڪيو آهي. ۽ٽي مضمون ۾ هن "تير" لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪتب ايندڙ جدا جدا لفظن جو بڻ بنياد سمجهايو آهي ۽ آڳاٽي زماني جي سنڌي سڀيتا تي روشني وڌي آهي. انهن مان مثال طور هيٺيان ٽڪرا ڏسو:

"دال لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي، سنسڪرت لفظ "دل" معنيٰ ڏرڻ ڇڄڻ، مگ، اڙد يا مانهن، مدار وغيره ڏريا ته دال ٿهندي. تنهنڪري دال جي بنيادي معنيٰ آهي، جو ڏريل آهي، يا ڏرجي ٿي. ڏسو هن لفظ ۾ بنيادي خيال بنهه سولو ۽ سادو سمايل آهي. دنيا ۾ ڏريل شيءِ رڳي دال ڪانهي، پر گهڻيئي شيون ڏريل ٿين ٿيون، يا هٿ وٺي ڏارجن ٿيون. جهڙوڪ ڪاٺيون ڏاريون آهن. اهڙين شين جو جيتوڻيڪ دال سان ڪو به لاڳاپو ڪونهي، ته به انهن لاءِ جيڪي لفظ مقرر ٿيل آهن، سي ساڳي سنسڪرت ڌاتو "دل" مان ٺهيل آهي، چاڪاڻ ته انهن ۾ به بنيادي خيال ساڳيو "دل" وارو سمايل آهي. مثال لاءِ وٺو تلسيءَ جو ٻوٽو، جنهن جي دال سان ڪابه نسبت ڪانهي. تلسيءَ جون ٻور سان ڀريل ڏاريون يا ٽاريون، جي پن جهلي بيٺيون هونديون آهن، تن کي "ڏل" (سنسڪرت "دل") چوندا آهيون، جو اِهي تلسيءَ جي ٻوٽيءَ مان گويا ڏري نڪرن ٿيون." (ص 3).

سر جو سڄئو سڄڻين، سينگ منجهان سيلو،
ٽينگر ٽڪبو ڪينڪي، پار لنگهيو پيلو،
هڻن سان حيلو، جانب جيڏو ٿيّ ڪيو.
(شاهه)

"سر" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "شر" ۽ اهو هندن جي رگ ويد جي منڊل پهرئين (سوڪت 100، منتر 18) ۽ ٻين ڪن منڊلن ۾ ڪم آيل آهي... ... سنڌو ماتر ۾ اڄ تائين سر جام ٿئي ٿو. سر جي گاهه ۽ ڪانن کي سٽي ڪتي مچ ڪندا آهن ۽ انهيءَ مان نوڙيون وٽيندا آهن. آڳاٽن آرين انهيءَ سر جي ڪانن مان تيرن جوڙڻ جو رواج جاري ڪيو، جنهنڪري اڄ تائين سر جي هڪڙي معنيٰ آهي ڪانو ۽ ٻي معنيٰ تير. تير کي ٻاڻ (سنسڪرت ٻاڻ) به چئبو آهي، ۽ سنسڪرت ۾ ان جي ٻي معنيٰ ڪانو به آهي. خود "ڪانو" (سنسڪرت ڪانڊ) مان ٻيو لفظ ڪان جڙيو آهي، جنهن جي به معنيٰ آهي

تير. هن لفظ جي بنياد تي ويچار ڪري چئبو تہ ڪان. (تير) اهو آهي جو ڪاني مان نهيل آهي. هنن لفظن جون اهي ٻہ بہ معنائون تيون ئي انهيءَ ڪري آهن، جو تير اول جڙندا ڪانن مان هئا. ۽ اهو رواج نہ رڳو قديم سنڌو ماٿر وارن آرين، پر ٻين وٽ بہ عام هو." (ص 7).

سنہ 1941ع ڌاري عربيءَ ۾ ڪيترن لفظن جي هجيئن ۽ اعرابن ڏيڻ جي باري ۾ بحث ڇڙيو هو. ان ۾ ڀيرومل بہ چڱو حصو ورتو. ان مسئلي جي حل بابت لکيل سنڌس مضمون ۽ چونڊيون اڄ بہ نهايت ڪارائتا آهن. اسان جي لکاوٽ ۾ هاڻي بہ ڪيترائي لفظ جدا جدا نموني لکيا پيا وڃن، جيڪي گرامر ۽ ڊڪشنرين جوڙڻ توڙي ٻوليءَ جي وگيانڪ اڀياس ڪرڻ ۾ گهڻي رڪاوٽ بڻجن ٿا.

2- سنڌي ساهتيہ:

ڀيرومل سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌ جي تاريخ تي جيتري ڪوجنا ڪئي آهي، اوتري سنڌي ساهتيہ جي اوسر تي نہ ڪئي آهي. ان ڏس ۾ ڪيل سنڌس تحقيقي ڪم گهڻو محدود آهي، پر ساهتيہ جي ڪوج طرف بہ سنڌس من جو لاڙو هو. انهيءَ جي ثابتي هن جي لکڻين مان ملي ٿي. سن 1909ع ۾ هن "جوهر نظم" نالي سان سنڌي شعرن جو هڪ انتخاب تيار ڪري ڇپايو هو. ان ۾ شاهہ لطيف، شاهہ عبدالڪريم، سچل ۽ خليفي گل محمد جي ڪلام مان چونڊ شعر مضمون وار بيهاري ڏنا ويا آهن. هر هڪ شاعر جي زندگيءَ، شعرن ۾ آيل لوڪ ڪهاڻين ۽ اوکن لفظن جي بہ سمجهاڻي ڏني ويئي آهي. ساڳيءَ طرح، هن جدا جدا ڪتابن جي صورت ۾ شاهہ جي ڪلام جا ڪجهہ سر بہ سمجهاڻيءَ سان گڏ ڇپايا آهن. سنہ 1929ع ۾ هن "گلزار نثر" نالي سان چونڊ سنڌي مضمونن جو مجموعو ڇپائي ظاهر ڪيو، جنهن جي شروعات ۾ مضمون نويسيءَ جي اصولن بابت هڪ ڪارائتو تنقيدي مضمون ڀيرومل جو لکيل بہ شامل آهي.

ڀيرومل جو پنهنجي استاد ساڌو هيرانند ۾ گهڻو صدق هو. ان ڪري هن "سرسوتي" مخزن ۾ ساڌو هيرانند جا شايع ٿيل ننڍڙا نصيحت آميز مضمون چونڊي، اهي ڪتابي صورت ۾ "هيري جون ڪڻيون" سري سان سنہ 1926ع ۾ شايع ڪيا. "سرسوتي" مخزن ۾ ساڌو هيرانند جو ترجمو ڪيل ناول "طلسم" بہ سنہ 1891ع کان وٺي قسطن ۾ ڇپيو هو. اهو سلسلو سن 1893ع ۾ ساڌو

هيرانند جي گذاري وڃڻ سبباڻ ٿني پيو. ڀيرومل ان ناول جو باقي حصو پاڻ ترجمو ڪري، اهو سمورو ڪتاب سنہ 1927ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪيو. ان جي منڍ ۾ ساڌو هيرانند جي مختصر جيوَتي بہ ڏنل آهي. انهن مثالن مان ظاهر آهي تہ ڀيرومل کي سنڌي اخبارن جا پراڻا فائيل جاچڻ ۽ انهن مان عمديون رچنائون چونڊي ڪتابي روپ ۾ محفوظ ڪرڻ جو ڪيترو نہ شوق هو.

سنڌي ساهت جي اوسر بابت ڀاهي ڀيرومل گهڻي کوج نہ ڪئي آهي، پر ان جو مختصر احوال هن "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" واري ڪتاب ۾ درج ڪيو آهي. ان کان سواءِ ادب جي ڪيتر ۾ هن ليکڪ جي تنقيدي قوت ۽ ادبي مسئلن جي چند ڀاڻ انهن جي مضمونن مان ملي ٿي، جيڪي هن ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ جي مرتب ڪيل "شاهہ جو رسالو" (جلد پهريون- سنہ 1923ع) جي باري ۾ ڇڙيل بحث وقت لکيا هئا. انهن ۾ هن گربخشاڻيءَ جو بچاءُ ڪندي، چينمل جي ناجائز جلهہ جو جواب ڏنو هو.

ساهتڪ کوجنا جي ڏس ۾ ڀيرومل جو پيو هڪ اهم ڪتاب آهي "لطيفي سير" (1926ع). انهيءَ ۾ هن شاهہ لطيف جي ڪلام جو ڳوڙهو اڀياس ڪري، انهن علائقن، هنڌن ۽ ماڳن، ڏونگرن ۽ ماٿرين، ندين ۽ نالن جو بيان ڪيو آهي، جتي شاهہ لطيف ويو هو. ان رچنا مان ڀيرومل جي، سنڌ جي جاگرافيءَ بابت وسيع ڄاڻ هئڻ جي ساک ملي ٿي. ڪتاب ۾ سنڌ جي جدا جدا حصن جي جاگرافي، آبهوا، ماڻهن جي رهڻي ڪرڻيءَ ۽ جيون جنتن جو وچور سان احوال ڏنل آهي. ان ڪري ڪن نقادن جو چوڻ آهي تہ اهو ڪتاب "لطيفي سئر" گهٽ، پر "ڀيرومل جو سير" وڌيڪ آهي.

(3) سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي:

ڀيرومل جو سنڌي ٻوليءَ جي اڀياس سان گڏ سنڌ جي تاريخ سان بہ گهڻو چاهہ هو. ان جو عڪس سندس لکڻين ۾ جاءِ بجاءِ نظر اچي ٿو. سنہ 1922ع ۾ سنڌ ۾ موهن جي دڙي جي کوٽائي شروع ٿي. پوءِ ان بابت آرڪيالاجيڪل کاتي وارن شروعاتي رپورٽون شايع ڪيون. ڀيرومل انهن جي آڌار تي ۽ پنهنجي، شخصي اڀياس جو سهارو وٺي، سن 1924ع ۾ انگريزيءَ ۾ "Mohen jo Daro" نالي ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيو. اهو ان موضوع تي سڀني معلومات ڏيندڙ

ڪتاب آهي. انهيءَ ساڳئي سال هن سنڌيءَ ۾ بہ هڪ ننڍڙو تاريخي ڪتاب لکي ڇپايو، جنهن جو نالو آهي "سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ". سنڌ جي "هندن جون ريتون رسمون" ۽ "ريتن رسمن جو بنياد" نالي بہ ننڍرا ڪتاب بہ هن انهن سالن ۾ ڇپايا هئا. ڀيرومل کي قديم سنڌ ۽ سنڌ جي هندن جي باري ۾ تحقيق ڪرڻ جي گهڻي اڻ تڻ هئي، ڇاڪاڻ تہ اُن وقت ان موضوع تي ڪي بہ ڪتاب ميسر نہ هئا. ان وشيہ تي اڀياس تہ هن ڇگو اڳ شروع ڪري ڇڏيو هو. سن 1919ع ۾ "عاملن جو احوال" نالي سان هڪ ڪتابڙو لکي، ٿوري ۾ عاملن جي آکهين تي روشني وڌائين. ان تي هو ورڌيڪ ۽ وڌيڪ کوج ڪندو رهيو، جنهن جي نتيجي طور سن 1936ع ۽ 1947ع ۾ "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ٻن ڀاڱن ۾ شايع ڪيائين. ان موضوع تي اهو نهايت ڪارائتو ڪتاب آهي. پراچين سنڌ جي سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ تي روشني وجهڻ لاءِ هن "قديم سنڌ" نالي سان هڪ ڪتاب لکي تيار ڪيو. ان جو دسخط ڀيرومل 1944ع ۾ لکي تيار ڪري "سنڌيءَ لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" کي سونپيو. اهو ڪيترائي سال اڻ ڇپيل پيو رهيو، نيٺ سن 1957ع ۾ ليکڪ جي پرلوڪ پڌارڻ کان ست سال پوءِ، سنڌي ادبي بورڊ اهو ڪتاب شايع ڪيو. سنڌ جي تاريخ جو مختصر احوال ڀيرومل ان کان اڳ "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ۾ ڏنو هو. پر "قديم سنڌ" ڪتاب ۾ اهو گهڻي وستار سان ڏنل آهي.

"قديم سنڌ" ڪتاب جي ديباچي ۾ ڀيرومل لکيو آهي، "ٿورا ورهيہ ٿيا، تہ مان پنهنجي سر تاريخ جو ايترو قدر اڀياسي نہ هوس، جيترو قدر ٻوليءَ جو، پر تاريخي ڳالهين جي کوجنائن جو خيال بہ ٻوليءَ جي اڀياس ڪندي آيم. سن 1937ع ۾ دل ۾ آيم تہ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جوڙيان، جنهن ۾ قديم سنڌ ۽ ان جو جيڪو اثر سنڌي ٻوليءَ تي ٿيو آهي، سو بہ ڄاڻايان. مون کي اهڙي هڪڙي بہ تاريخ ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي، جا مون کي انهيءَ ڪم لاءِ ڪارائتي ٿئي! هيءَ ڏک جهڙي حالت ڏسي، ٿي ورهيہ ساندهہ محنت ڪري، 150 کن ڪتابن مان قديم سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو احوال ويهي ڪڍيم. ڪنهن ڪتاب ۾ان فقط هڪ ٻہ فقرو تہ ڪنهن مان رڳو ٻہ ٽي سٽون مليم، پر اهي ذرا پرزا بہ ويهي ڳنڍيم، تہ ڇگي خاصي تاريخ تيار ٿي پيئي. ائين خاص پنهنجي لاءِ قديم سنڌ جي تاريخ جوڙي، پنهنجو ڪم شروع ڪيم." (ص 2-3)

پيرومل قديم سنڌ جي تاريخ بابت ايترو ته جهجهو ذخيرو ڪٺو ڪيو، جو ان کي ٽن جلدن ۾ ڏيڻ جي رٿا تيار ڪيائين. "قديم سنڌ" ڪتاب ۾ فقط پهريون جلد شايع ٿيل آهي. پيو ذخيرو جيڪو وٽس دستخط جي صورت ۾ هئو، ان جي خبر نه آهي ته ڪهڙو حشر ٿيو! "قديم سنڌ" ڪتاب ۾ فقط ويدن واري زماني ۽ ان کان اڳ واري سنڌ واري علائقي جو احوال ڏنل آهي. تاريخ لکڻ جي اصولن بابت پيرومل لکيو آهي، "ڪنهن به تاريخ ۾ جيڪڏهن رڳو سنبت ۽ سن ڄاڻائي، اڳاٽن حاڪمن جا پيڙهي به پيڙهي احوال ڏبا، ۽ سنڌين جنگين جو ذڪر ڪبو ته اها تاريخ نه چئبي، اهڙيون حقيقتون تاريخ جو رڳو بوتو بنائين ٿيون. انهيءَ بوتي ۾ روح تڏهن پوي ٿو، جڏهن ان وقت جي ماڻهن جي روزمره جي جيوت جو ذڪر ڪجي ٿو. سچي پچي تاريخ آهي ئي اها، جنهن مان اڳاٽن ماڻهن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ، خيالن ۽ جذبن، ريتن رسمن، ڌرم ڪرم ۽ ساهت جي سڌ پوي ٿي. انهيءَ منجهان ئي پوريءَ ريت پتو پوي ٿو ته تهذيب يا سڀيتا جي شروعات ڪيئن ٿي، وقت به وقت ان جي ترقي ڪيئن ٿي، ۽ هن وقت جيڪي ريتون رسمون ۽ ڌرمي ڳالهيون آهن، تن جو بنياد ڪيئن پيو... اهڙين حقيقتن ڏيڻ ڪري، نه رڳو تاريخ جو مضمون پاڻمرادو سلوڻو ۽ سوادي ٿئي ٿو، پر نصيحت آميز ۽ ڪارائتو به ٿئي ٿو." (ص 5-6)

پيرومل هيءَ تاريخ لکندي، ضروري هنڌن تي ڪتابن جا حوالا ۽ سندون به پيش ڪيا آهن، جن تان احوال ورتل آهن. تاريخ جو واسطو ملڪ جي جاگرافيءَ سان به آهي. ان ڪري ليکڪ گهربل هنڌن تي سنڌ جي طبعي حالتن، آبهوا وغيره طرف به اشارو ڪيو آهي. هڪ ڳالهه طرف اسان کي خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي، اها آهي ليکڪ جي نهٺائي ۽ حليمائي. هڪ محقق ۽ عالم جي حيثيت ۾ پيرومل ايتري ڪوجنا ڪرڻ بعد به صاف لفظن ۾ لکي ٿو ته سندس هيءُ ڪتاب "آخرين حرف" نه آهي. ان ۾ سڌارا ۽ واڌارا ٿي سگهن ٿا. هن جي ئي لفظن ۾، "ممڪن آهي ته اڃا به ڪي ڪتاب هجن، جن جي مون کي سڌ نه هجي. هيئن به آهي ته هن وقت آرڪيالاجيڪل کاتي وارا ۽ جيالاجيڪل کاتي وارا پنهنجي پنهنجي روءِ سوءِ وڏيڪ ڪوجنائون ڪن پيا ۽ ڪي يوروپي توڙي ڏيهي عالم به قديم هندستان جي وڌيڪ احوالن هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن پيا. تنهنڪري هن کان پوءِ سنڌ جي تاريخ لاءِ ڪو نئون ذخيرو ملي پوي ته عجب ڪونهي.

هيءَ ڪتاب لکي مون گويا بنياد ٻڌو آهي، تہ جيئن جيئن وڌيڪ احوال ملن، تيئن تيئن هن ڪتاب کي وڌيڪ مڪمل ڪرڻ سولو ٿئي." (ص 8)

"قديم سنڌ" ڪتاب ۾ ڀيرومل ڪيترن هنڌن تي شاهہ لطيف جي رسالي مان بيت وجهي، ۽ موزون سنڌي پهاڪن جو جوڳين جاين تي استعمال ڪري بيان کي وڌيڪ دلچسپ بڻائي ڇڏيو آهي. ان ڪري تاريخ جهڙو خشڪ وشيہ بہ ونڊرائينڊڙ بڻجي پيو آهي. عام پڙهندڙن کي بہ ان مان ناول يا ڪهاڻيءَ جهڙو ساءُ پيو اچي.

"سنڌ جي هندن جي تاريخ"(ٻن ڀاڱن ۾):

ڀيرومل سن 1947ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪئي، ان جا ٻيا ڀاڱا بہ شايع ڪرڻ جو سندس ويچار هو، جيڪو ملڪ جي ورهاڱي ڪري ساڪار نہ بڻجي سگهيو. ٻيون ڀاڱو ڇپيو پئي تہ هندستان کي آزادي ملي ۽ لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي. ان ڪري ڀيرومل ٻئين ڀاڱي جي پڇاڙيءَ ۾ "هندن جي لڏپلاڻ جي تاريخ" جو بہ مختصر احوال درج ڪيو آهي. پهرئين ڀاڱي جي شروع ۾ 56 صفحن ۾ ۽ ٻئين ڀاڱي جي شروعاتي 136 صفحن ۾ سنڌ پرڳڻي جي تاريخ، جاگرافيءَ ۽ انگريزن جي دؤر تائين ڪيل ترقيءَ تي بہ روشني وڌل آهي. انهن ٻنهي ڀاڱن ۾ سنڌي هندن جون سڀ آکيون شامل نہ آهن. ليڪ جيئن جيئن ذخيرو گڏ ڪندو پئي ويو، تيئن تيئن ان کي ترتيب ڏيئي شايع پئي ڪيائين. ڪيترو مصالحو وتس هٿ لکيل صورت ۾ هو، جيڪو ملڪ جي ورهاڱي سببان ناس ٿي ويو. سنڌي هندن جي پنگتي تاريخ تي ڪن ڪن آکاهين ۽ برادرين بابت ننڍا مضمون ۽ ڪتابڙا وقت بہ وقت شايع ٿيندا پئي رهيا. پر انهن جو وستار سان ۽ ترتيبوار ورڻن سڀ کان اول سنڌيءَ ۾ هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي- 72 سالن جي عمر ۾ بہ ڀيرومل هيءُ اَنڪائيو ڪم ڪندو رهيو ۽ ڏينهن رات نور نچوئيندو رهيو. انهيءَ مان سندس اورچائيءَ ۽ تحقيق ڪرڻ لاءِ لگن جي ساک ملي ٿي.

(4) سنڌ جو سير- سفر:

هن ڏس ۾ "سنڌ جو سيلاني" ڀيرومل جي هڪ لاثاني رچنا آهي، جنهن جو پهريون ڀاڱو، چيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ "نئين سنڌي لئبرري" سلسلي هيٺ ستين نمبر ڪتاب جي صورت ۾، سن 1923ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪيو. ڪتاب جو مهاڳ چيتمل پاڻ لکيو آهي، جنهن مان ڀيرومل جي لکڻيءَ ۽ ڪتاب جي

موضوع تي چڱي روشني پوي ٿي. هو لکي ٿو، "سنڌ جو سيلاني"، سنڌ جي مکيہ مکانن جو سير ڪرائي ٿو، سنڌ جي تواريخ جا عجيب غريب نشان ٻتائي ٿو، سنڌ جي قديم بزرگن جي ملاقات ڪرائي ٿو ۽ سنڌ جي ڪهنين ڪهاڻين جي ونڊر جي لذت وٺائي ٿو. خاص ڪري شاگردن لاءِ هي ڪتاب گهڻو ڪمائتو ٿيندو. ڇو تہ رواجي تواريخ جا سڪا داستان ۽ جاگرافيءَ جا ٽڪائيندڙ بيان اڪثري پڙهڻ جو شوق گهٽائيندڙ آهن. پر هن ڪتاب ۾ تواريخ ۽ جاگرافي، ٻئي ڪهاڻيءَ جي نموني ۾ ملي، ونڊر ۽ هدايت ٿيون بخشين. اسين هيءُ ڪتاب خوشيءَ سان ٿا سنڌيءَ جي شائقين اڳيان رکون. مسٽر پيرومل مهرچند سنڌ تي عاشق آهي، سنڌ جي تواريخ، ڪهاڻيون ۽ قصا، سنڌ جا راڳ ۽ ڪافيون، ڏاڍيءَ محنتِ سان پٽي ڪٺا ڪيا اٿس. گهميو بہ ڪنڊ ڪڙڇ آهي. هي اجا پهريون پاڱو آهي. ٻيو پاڱو بہ جلد ڇپجي تيار ٿيندو، جنهن ۾ ٿر ملڪ جا سهڻا احوال- مارئيءَ جي مارو ئڙن وارا، راٺل ۽ سوڍل وارا ڏنل آهن."

پهرئين پاڱي ۾ فقط ڪراچي ۽ حيدرآبادِ ضلعن جي مکيہ جاين، تاريخ ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو ذڪر آهي. افسوس آهي جو پنهنجيءَ دلچسپ شئليءَ ۾ پيرومل سنڌ جي باقي ٻين ضلعن جو احوال لکي، ان سلسلي ۾ شايع ڪري نہ سگهيو.

سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهتيہ، سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ تي پيرومل کان پوءِ ٻي نئين کوجنا بہ چڱي ٿي آهي. سنڌ ۽ هند ۾ انهن موضوعن تي انگريزيءَ توڙي سنڌيءَ ۾ گهڻي ئي کوجنانمڪ ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيا آهن. پر انهن جيءَ ڪري پيرومل جي لکڻين جي اهميت ڪا گهٽ نٿي ٿئي. چاهي پيرومل جي ڪن سڌانتن جو پوين عالمن کنڊن ڪيو آهي، تہ بہ هن ليکڪ جون لکڻيون اهي بنيادي پٿر آهن، جن تي پير ڪپائي، پوءِ ٻيا ان ميدان ۾ اڳتي وڌيا آهن. منهنجي خيال ۾ تحقيق ۽ اتهاس جهڙن خشڪ وشين کي جهڙيءَ طرح محاوريدار ٻوليءَ ۽ دلچسپ شئليءَ ۾ پيرومل پيش ڪيو آهي، تهڙيءَ طرح ٻيو ڪوبہ سنڌي ليکڪ اجا تائين پيش ڪري نہ سگهيو آهي. پيرومل جي لکڻين ۾ تحقيق جي فن، سنڌيت جي انوکي هڳاءَ ۽ سلوڻي، ٻسپڪ، محاوريدار سنڌي ٻوليءَ جو نرالو "تروينڻي سنگم" آهي، جيڪو ٻين لکڻين ۾ ورلو نظر ايندو. ان ڪري ئي هن ليکڪ کي سنڌي ادب ۾ هڪ متهاز ۽ اعليٰ درجو حاصل ٿيل آهي.

# پيرومل مهرچند آڏواڻي

ڊاڪٽر هدايت پريم

مون کي ڪنهن ٿي ڪير پيارِيو؟
پيار منجهان ٿي گود وهارِيو؟
خوش ٿي ، هر هر مون ڏي نهاريو
منهنجي امڙ!

"منهنجي امڙ" جي عنوان وارو هيءُ شعر هر ان ٻار ٻر زبان ياد ڪيو آهي، جنهن سنڌي نصابي ڪتاب پڙهيو آهي. 1905ع کان وٺي هيءُ پيارو پيارو بيت اڄ تائين جي سنڌي نصاب ۾ شامل رهيو آهي. ننڍڙي ٻار جي مٺڙن ٻولن وارو هيءُ بيت، جنهن ۾ معصوم جذبن جي خوبصورت عڪاسي ڪيل آهي، ذهن تي هڪ اهڙو دائمي تاثر ڇڏي ٿو، جيڪو زندگيءَ ڀر قائم رهندو آهي. اهڙي ڪفيت ۾ شايد ٻيا به گهٽا ٿي هجن. امڙ جيجل جو رشتو آهي به ته اهڙو ٿي عظيم جيڪو ٻين سمورن رشتن کان مٿي آهي. هن لازوال بيت جو رچيندڙ آهي "پيرومل مهرچند آڏواڻي".

پيرومل مهرچند آڏواڻي سنڌي ادب جو اهو ستارو آهي، جنهن جي جوت سدائين پئي جرڪندي. هن جون خدمتون نظم جي ڀيٽ ۾ نثر ۾ وڌيڪ آهن. پوپٽي هيراننداڻيءَ موجب پيرومل کي نثر جو ٿنڀو ڪري سڏيو ويو آهي. سندس طبيعت ۾ اڇائي جو ججهو گڻ هو، جنهنڪري ڪوجناتمڪ تصنيفون سقلتا سان لکي سگهيو هو. پيرومل جو قلم پختو، ويچار برجستا، ڇاڻ ويڪري ۽ عقل اونهو آهي. هيءُ صاحبِ علم جو پندار آهي ۽ پنهنجي عظمت سان محنت شامل ڪئي اٿس، جنهنڪري ٿي اهڙا بلند پائي وارا ڪتاب لکي سگهيو آهي. (1)

ڪاڪي پيرومل "غريب" جي تخلص سان سنڌي شاعريءَ جي چمن جي آبياري ڪئي ۽ هڪ پُرخلوص تخليقڪار، مترجم ۽ محقق جي روپ ۾ نثري ادب ۾ انمول اضافو ڪيو (2). ڪاڪي پيرومل جي ٻولي مٺي ۽ سَبڪ آهي. درياءَ جي رواني هڪ طرف تہ سليس لفظن جو واپرڙو ٻئي طرف پيو نظر ايندو... بامحاوره زبان ۽ اصطلاحن توڙي چوڻين جا پنڌا موجود آهن. (3)

سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن ۾ اهڙي صاحب جن سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت لاءِ پاڻ حياتي وقف ڪئي هئي، ديوان پيرومل انهن سنڌي ساهت جي ستارن مان نمايان ستارو هو. ديوان صاحب سنڌي سنسڪرت، هندي، فارسي، عربي توڙي انگريزي زبانن ۾ ماهر هو. (4) پيرومل سنڌ جي چوٽيءَ جي اديبن مان هو. سنڌ جي قديم سڀيتا، ڪلچر روايات ۽ زبان بابت کوجنا ڪري، هن جيڪو مواد ڪٺو ڪيو ۽ ڪتابي صورت ۾ آندو آهي، سو تعريف جي لائق آهي. (5)

پيرومل مهرچند، جنهن آڏواڻي آکهہ سان تعلق رکي ٿو، سا اصل ۾ مگهڻو کتري، تک مان آهي. آڏواڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان آڏو مل ولد کلومل ولد جسو مل ڳوٺ لوهپور ملتان جو ويٺل هو. کين ديوان گدومل، ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ سنڌ ۾ گهرايو ۽ دربار ۾ شمشيرزن مقرر ڪرايو. آڏومل پهرين گهر پنجاب مان پرڻيو هو، جنهن مان ٽي پٽ هئس، چندومل، ڏتومل ۽ لکومل. پهرين گهر واري گذاري ويس تہ ٻيو گهر ديهہ نٽ تعلقي نوشهري فيروز مان سيٺ آڏومل جي گهران پرڻيو. جنهن مان چار پٽ ڄاوس- بهارومل، سندر داس، وسايو مل ۽ نارومل. ديوان آڏومل جي پهرين پٽ ديوان چندومل کي ٻہ پٽ هئا. چتومل ۽ چيتمل. اسان جي مانواري ليکڪ پيرومل جو ڏاڏو ديوان آئلمل اجومل، ان ديوان چيتمل جي نسل مان هو ۽ پيرومل صاحب جو والد هرچند سيٽلمينٽ کاتي ۾ هيڊمنشي هو. 1888ع ۾ رٽائر ٿيو ۽ آگسٽ 1905ع ۾ گذاري ويو. (6) پيرومل جو جنم 1875ع ۾ ٿيو. ثانوي تعليم حيدرآباد سنڌ جي مشهور اسڪول يونين اڪيڊمي مان حاصل ڪيائين، جتي ساڌو هيرانند شوقيرام ۽ سندس ڀاءُ تارا چند شوقيرام کان ٻي تعليم سان گڏ شاهہ لطيف جو ڪلام ۽ معنائون پڻ سکيو. پيرومل ٽي شاديون ڪيون. پهرين گهر مان ڪيس ڪوبہ اولاد ڪونہ هو. ٻئي گهر واري مان هڪ پٽ، هڪ ڌيءَ هئس. پٺهنس پريداس پيرومل بہ هڪ ناليرو ليکڪ رهيو. ڌيءَ جو نالو

پارپتي هوس، ٽين زال مان کيس ٻه نياڻيون، خوشحالي عرف پدما ۽ ٻيءَ جو نالو ستيءَ هو.

ڀيرومل پهريائين ايڪسائيز کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪئي، جتي 28 سال نوڪري ڪيائين. ماريپور ڪراچي، ٻوبڪ ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ به رهيو. بعد ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ نومبر 1924ع ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو.

ڪاڪو ڀيرومل هڪ نهنو ۽ نماڻو شخص هو. پنهنجي ان نهٺي ۽ نماڻائيءَ واري سڀاءَ ڪي اظهار ڏيندي، هن شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص به "غريب" رکيو. هيڏي وسيع ڄاڻ جو ڌڻي هوندي به پنهنجي علم ۽ ڄاڻ تي گيرب يا وڏائي ڪانه هئس. هو پنهنجين لکڻين کي آخري حرف ڪري نه ليکيندو هو ۽ "جان جيئري تان سک" واري عقيدي ۾ وشواس رکندو هو. (7)

1948ع ۾ ڀيرومل سنڌ مان لڏي بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي. جتي جي ساموندي ۽ گهميل آبهوا کيس پاڻيءَ نه پئي ۽ هو بيمار رهڻ لڳو. جنهن ڪري پوني وڃي رهيو. جتي سندس مالي حالات ٺيڪ نه هئا. سندس آخري ڏينهن غريباڻي حال ۾ گذريا. ڀيرومل آڏواڻي ستين جولاءِ 1950ع تي لاڏاڻو ڪيو.

ڀيرومل سنڌي ادب جي عمارت کي زيب ۽ زينت بخشڻ ۾ هڪ قابل معمار طور سرجوشيءَ سان ڪم ڪيو آهي. هو اڌ صديءَ کان مٿي لاڳيتو ۽ ساندهه لکندو رهيو. تازو ئي ساهتيه اڪيڊمي ڀارت پاران کيس مجتا ڏئي ميڪرس آف انڊين لٽريچر جو مونو گراف ٿيسز ۾ هڪ مونوگراف لکائي، کيس ننڍي کنڊ جي عظيم ليکڪ طور تسليم ڪيو آهي. هيءَ مونوگراف سنڌيءَ جي نامور ليکڪ ۽ محقق هيري ٺڪر لکيو آهي، جو 1990ع ۾ سنڌيءَ ۾ ڇپيو آهي. هن ڪتاب کي هند جي باقي سمورين ٻولين ۾ پڻ ترجمو ڪري ڇپائي پڌرو ڪيو ويندو.

ڀيرومل جي ڪل لکيل ۽ ڇپيل ڪتابن جي تعداد جي باري ۾ مختلف رايا ملن ٿا. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب لکيو آهي ته اٽڪل 40 ڪتاب تصنيف تاليف ۽ ترجمو ڪيا، جن مان الانا صاحب 30 ڪتابن جا نالا ڏنا آهن. (8) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو صاحب به چوي ٿو ته ڪاڪي ڀيرومل جي ڪل ڪتابن بابت اندازو لڳائجي ٿو ته 30 ۽ 40 جي وچ ۾ آهن. (9) "سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ" ڀيرومل جي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1990ع ۾ ڇپيو آهي،

جنهن ۾ ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ صاحب جو مقدمو شامل ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر پٺاڻ صاحب پيرومل جي سمورن ڪتابن جي وچور ڏني آهي. ڪل 77 ڪتابن جا نالا ڄاڻايا اٿس. ڪيترا ڪتاب ڏٺا به نه آهن ته به نالا لکيا آهن، تنهنڪري ڪجهه موضوعات به درست نه لکيا ويا آهن. مثلاً: "سسئي ۽ ماڻس" شاعري نه پر آکاڻيءَ جو ڪتابڙو آهي، جنهن ۾ به يا ٽي شعر به ڏنل آهن. "گهرو ڪفايت" ڪتابڙو به هڪ آکاڻي آهي، جنهن جو موضوع گهرو ڪفايت ٿي آهي ۽ نه سماجي اقتصاديات، جيئن پٺاڻ صاحب لکيو آهي.

هيري ٺڪر ڪتاب جي ضميمي ۾ پيرومل جا لکيل ڪتاب ڏيکاريا آهن. ڪل ڪتاب ننڍا ٿورڙي وڏا 61 آهن، جي سن اشاعت، پبلشر ۽ قيمتن سميت ڄاڻايا اٿائين. مون کي سنڌ الاجيءَ جي لائبريريءَ ۾ صرف به ڪتاب اهڙا ملي سگهيا، جن جو ذڪر هيري ٺڪر نه ڪيو آهي، سي آهن:

1- "عليٰ بابا ۽ چاليهه چور" جو ليٿو ۾، 1903ع ۾ ڇپيو. هي هڪ ناٽڪ آهي. اردو مڪالما سنڌي اکرن ۾ لکيل آهن. بيون هدايتون سنڌيءَ ۾ لکيل آهن.

2- "بلبل بيمار" هيءَ به هڪ ناٽڪ آهي، جو ليٿو ۾ ڇپيل آهي. 1904ع ۾ لکيل آهي. هن جا مڪالما به اردوءَ ۾ آهن، جيڪي سنڌي اکرن ۾ لکيا ويا آهن.

پيرومل جو هڪ ڪتاب سنڌ يونيورسٽيءَ جي علامه آءِ آءِ قاضي لائبريري ۾ موجود آهي، جنهن جو نالو "الف بي ڪيئن ٺهي" آهي. غالباً ساڳئي ڪتاب جو نالو هيري ٺڪر صاحب "سنڌي ٻولي" لکيو آهي. هيري مطابق هي ڪتاب فيبروري 1925ع ۾ سنڌي ساهتيه سوسائٽي ڪراچيءَ جي ماهوار رسالي جي سيريز ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هئائين.

هن ڪاليج جي شاگردن کي سنڌي ٻوليءَ جي مختصر ڄاڻ ڏيڻ لاءِ 22 صفحن واري هيءَ ڪتابڙي لکي. هن ۾ سنسڪرت، پراڪرت، پالي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي نمونن آئيوٽا، عربي ۽ فارسي اکرن، هندستاني هندي سنڌي ۽ گرمکي اکرن، ٻولي، آواز، اکر، لفظ، عبارت، آکاڻي تاريخ، سنڌي نظم، سنڌي نثر وغيره وشين تي روشني وڌي ويئي آهي. (10)

"الف بي ڪيئن ٺهي" ڪتاب مطالعي ڪرڻ سان پتو پوي ٿو ته هن ڪتاب جو

موضوع ديوناگري اکر، سنڌ اکر، پراڪرت ۽ سنسڪرت اکرن جي تاريخ ۽ عربي سنڌي اکرن جي تاريخي احوال سان گڏ آئيوڻا جي بناوت آهي. ڪتاب جي آخري صفحن يعني 24، 25 ۽ 26 تي سنڌي ٻوليءَ جي وينجن سرشتي جو چارٽ ۽ ان جي سمجهاڻي ڏنل آهي. هيري جي ڇاڻايل ڪتاب جا 22 صفحا آهن، جڏهن ته پاڻ واري ڪتاب جا 26 صفحا آهن. بهرحال تازي تحقيق جي روشنيءَ ۾ هاڻ هيءَ حقيقت سامهون آئي آهي ته ڀيرومل صاحب جا لکيل ڪتاب 60 ۽ 70 وچ ۾ آهن.

ڀيرومل جا لکيل ڪافي مضمون مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن. درسي ڪتابن ۾ پڻ چڱو خاصو تعداد سبقن ۽ بيتن جو ڇپيل آهي. جنهن جو ذڪر "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ڪتاب جي آڏواڻين جي آکهه واري حصي ۾ پنهنجو احوال لکندي ڪيو اٿس.

ڀيرومل پنهنجي دلچسپيءَ وارن موضوعن تي خوب لکيو آهي. ڇيو وڃي ٿو ته ڪاڪي ڀيرومل کي مرزا قليچ بيگ سان ريس هئي، جو هر موضوع تي پئي لکيائين. پنهي ۾ فرق هي هو جو مرزا صاحب تاريخ، لغت ۽ شعر و ادب جون حدون لتاڙي ٻاهر نڪري ٻين موضوعن تي به لکيو، پر ڪاڪي ڀيرومل انهن موضوعن کان ٻاهر سائنس جي دنيا ۾ پير نه پاتو. (11) دراصل ڀيرومل مهرچند جون خدمتون بطور محقق، تاريخ نويس، ماهر لسانيات، مضمون نگار، ناول نويس، ناٽڪ ڪار، سيلاني شاعر ۽ مترجم جي نمايان آهن.

ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي شاعريءَ کي ٻن حصن ۾ ڏسي سگهجي ٿو. هڪ ٻارن لاءِ لکيل ۽ ٻيو وڏن لاءِ. ٻارن لاءِ سندس لکيل شعر خاص اهميت رکي ٿو ۽ قابل ذڪر آهي. ٻاراڻن بيتن جو هڪ مجموعو 1926ع ۾ "نوبهار" جي نالي سان ڇپيل آهي، جنهن ۾ ڪجهه بيت انگريزيءَ مان ترجمو ڪيل پڻ آهن. هيءَ ڪتاب به تعليم کاتي ٻاران درسي ڪتاب طور منظور ڪيو ويو. ڀيرومل جي امر رچنا "منهنجي امڙ" هتي نموني طور پيش ڪجي ٿي:

1- مون کي ڪنهن تي کير پياريو؟
پيار منجهان تي گود وهاريو؟
خوش ٿي هر هر مون ڏي نهاريو!
منهنجي امڙ

2- ننڍ ڦٽي مون جڏهن تي پيئي،
ڪنهن تي سمهاريو لولي ڏيئي،
ڇڏي نہ مون کي ڪيڏانهن ويئي!
منهنجي امڙ

3- پنڌ ڪندي جو ٿڪو ڪاڏم،
ڪنهن ڪڇي تي ڇاتيءَ لاتم؟
پيار منجهان تي ڀاڪر پاتم!
منهنجي امڙ

4- ٿيس جڏهن ٻيي آءٌ بيمار،
دوا ڪرڻ لئي تي، تي تيار،
ننڊ ڦٽائي رهي هوشيار!
منهنجي امڙ

5- صبح سانجهيءَ سار لڌائين،
ڪاڏو پيتو کيئن تي ڏنائين،
مون تي پنهنجو ساهہ ڇڏيائين!
منهنجي امڙ

6- تو ڪئي مون سان آهہ ڀلائي،
تنهن لئي ڪريان شڪر سدائي،
مور نہ وسري تنهنجي چڱائي!
منهنجي امڙ

7- وڏي جڏهن آءٌ وڏو ٿيندس،
سک سوين آءٌ توکي ڏيندس،
توتي پنهنجو ساهہ ڇڏيندس!
منهنجي امڙ

ڀيرومل صاحب ڪل چار اصلوڪا ناول لکيا آهن.

1- آنند سندريڪا، 2- موهني ٻائي 3- پريم جو مهاتم، 4- وريل ۽ نعمت.

"آنند سندريڪا" ۽ "موهني بائي" پنهنجي جاءِ تي ڏار ڏار لکيل ناول آهن، جن ۾ ڪردارن جي تسلسل ڏيکاريو آهي، جيئن ژان پال سارتر جي ٽريلاجي "روڊس ٽو فريڊم" آهي، جنهن ۾ هي ٽي ناول شامل آهن:

1-"ايج آف ريزن"، 2- "دي رپيريو"، 3- "آئرن ان دي سول" ۽ سراج جي ٽريالاجي "پياسي ڌرتي رمندا بادل" پڻ ٽن ناولن تي مشتمل آهي.

مانوارو ليکڪ منگهارام ملڪاڻي سنڌي نثر جي تاريخ ۾ لکي ٿو ته، "1915ع ۾ پيرومل صاحب "وريل ۽ نعمت" لکيو هو، جو مسلمانڪي زندگيءَ ۾ بهاريل هڪ جاسوسي ناول هو ۽ 1946ع ۾ ايم آر مائيداساڻيءَ "جاسوس" نالي سان ٻيهر ڇپايو هو. (12) دراصل 1915ع ۽ 1916ع ۾ نڪتل هن جاسوسي سيريل ۾ ڪجهه ڪردار مسلمان آهن ته ڪجهه هندو به آهن. وريل مل ۽ نعمت راءِ ٻه جاسوس آهن. ناول پڙهڻ بعد پتو پوي ٿو ته هن ناول لاءِ هيءُ چوڻ درست نه آهي ته مسلمانڪي زندگيءَ ۾ بهاريل ناول آهي. پيرومل "گولن جا گوندر" ايچ بي اسٽور جي "انڪل ٽامس ڪئبن" ناول جو ترجمو ڪيو ۽ والٽر اسڪاٽ جي "ٽئلسمن" جي پوئين اڌ جو ترجمو "غازي صلاح الدين عرف طلسم" جي نالي سان ڪيو. جنهن مان ظاهر آهي ته پيرومل لاءِ ائين چوڻ درست نه آهي ته هن ناول ڪو هڪ اڌ لکيو آهي، جيڪو به ترجمو آهي. (13)

پيرومل جي ڪل (9) ناٽڪن جو احوال ملي ٿو،جن ۾ اڪثريت سماجي ۽ اصلاحي قسم جي ناٽڪن جي آهي. وچور هن ريت آهي:

(1) بلبل بيمار (1902ع)

(2) علي بابا، چاليهه چور (1903ع)

(3) حرص جو شڪار (ترجمون) (1912ع)

(4) ڏور پڳت (1919ع)

(5) بزازين جا ناٽڪ (1921ع)

(6) مڙس جي مڙسي (1925ع)

(7) پنگتي مقدمو (1927ع)

(8) آزادي جي ڪوڏي ترجمو (1948ع)

(9) گوپيچند

سير ۽ سفر جي موضوع تي پيرومل جا ٻه ڪتاب لکيل آهن: هڪ "سنڌ جو سيلاني" ۽ ٻيو "لطيفي سير." سنڌ جو سيلاني ڪتاب ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي اڳوڻن ضلعن جي مکيہ جاين، تاريخ ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو احوال لکيو اٿس. هن ڪتاب کي لطيفيات جي موضوع ۾ شمار ڪرڻ نہ گهرجي، بلڪ "لطيفي سير" ڪتاب جو تعلق لطيفيات سان آهي. هن ڪتاب ۾ شاهہ جي رسالي مان سٽ ۽ ثابتيون هٿ ڪري شاهہ جي سفر جي واٽ نئين سر جوڙي ڏيکاري اٿس.

پيرومل صاحب جون اهم ترين خدمتون سنڌ جي قديم تاريخ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ تي ڪيل آهن. هن ڏس ۾ هن جا شاهڪار ڪتاب آهن:

(1) قديم سنڌ

(2) سنڌ جي هندن جي تاريخ

(3) سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ

(4) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ

(5) وڏو سنڌي وياڪرڻ

(6) غريب اللغات

(7) گلقند

"قديم سنڌ" ڪتاب جي مطالعي مان سنڌ جي قديم دور جي انساني معاشرت مذهب، تهذيب، رسمن ۽ حالتن جو پتو پوي ٿو. هن ڪتاب جي مطالعي سان پنهنجي مادر وطن جي گذريل دور جي خوشحالي اوج ۽ عروج جي خبر پوي ٿي. (14)

"قديم سنڌ" ڪتاب ۾ سنڌ جي قديم ترين زماني جي تاريخ ڏنل آهي، جنهن ۾ سنڌ ديش جي جنم، موهن جي دڙي ۽ رگ ويد واري دور جي سڀيتا جو ذڪر ڪيل آهي. منجهس سنڌ جي اوائلي اوج ۽ شاندار تهذيب جو نظارو ڏيکاريل آهي. (15)

هيءُ ڪتاب پيرومل سالن جا سال نور نچوئي جفاڪشي ڪري انگريزي، هندي

۽ ٻين ٻولين جي ڪتابن تورڙي مقالن مان مواد هٿ ڪري جوڙيو هو. دراصل ڪيس سنڌ جي سموري تاريخ ڪي ٽن جلدن ۾ لکڻ جو ارادو هو، پر صرف پهريون جلد ئي لکي سگهيو. جنهن جا 447 صفحا آهن. سو بہ سندس لاڏاڻي کان پوءِ 1957ع ۾ ڇپيو. هيري ٺڪر جي نظر ۾ "قديم سنڌ" ڀيرومل جو امر گرنٿ آهي. (16)

ماهوار "سهڻيءَ" جي اياز نمبر 2 ۾ شيخ اياز پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ "قديم سنڌ" ڪتاب کي پنهنجو پسنديده ڪتاب قرار ڏنو آهي ۽ ڀيرومل کي بهترين نثر نويس طور ڄاڻايو اٿس.

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، سنڌي ٻوليءَ جو گرامر لکڻ ۽ سنڌي پهاڪن کي گڏ ڪرڻ جو ڪم ڀيرومل وڏي چاهہ سان ڪيو آهي. سندس ڪتابن جي مطالعي مان پتو پوي ٿو تہ هو هڪ وڏو ڄاڻو ۽ ماهر لسانيات هو. جيئن تہ هو هڪ دردمند دل رکندڙ هو، تنهنڪري سنڌيءَ جي ڏکدائڪ حالتن سڌارڻ لاءِ ڀيرومل ٻوليءَ جي لغت، صورتخطي، گرامر، ڌاتو وديا وغيره بابت وچور واريون رٿائون ڏسيو هيون، جن مان صورتخطي سڌارڻ لاءِ ۽ لفظن کي مقرر صورتن ۾ لکڻ لاءِ زوردار صلاح ڏني هئائين. (17) ٻوليءَ جي تاريخ جي لحاظ کان ڀيرومل جو درجو اهڙو ئي اوچو رهندو جهڙو ڊاڪٽر گريئرسن جو ٻوليءَ جي تنقيد جي لحاظ کان. (18)

"سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ڪتاب ۾ ڀيرومل صاحب پنهنجو نظريو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌي ٻولي بنيادي طرح سنسڪرت سان نسبت رکي ٿي، پوءِ جدا جدا دورن ۾ ڌار ڌار زبانن جو مٿس اثر ٿيندو ويو آهي. حالانڪ اڄ جي عالمن هن نظريي کي مڃڻ کان قطعي طور انڪار ڪري ڇڏيو آهي، پر پوءِ بہ هن ڪتاب جي اهميت پنهنجي جاءِ تي تمام گهڻي آهي.

ڀيرومل لسانيات جي جديد اصولن کان بخوبي واقف هو. 1923ع ۾ سندس ڪتاب "الف بي ڪيئن نهي" ۾ ويهجن سرشتي جو چارٽ ڏنو اٿائين، جنهن ۾ سنڌي آوازن جو صحيح مخرج ۽ آوازي گروهہ ڄاڻايا اٿس. وسرگ آوازن جي درست لکڻ جي صلاح ڏني اٿس ۽ "ڦ" جي صورت تي پڻ ڪيل اعتراض درست آهي. سندس راءِ موجب جيئن "ج" ۽ "هہ" گڏجي "جهہ" اکر ٺاهيو آهي ۽

"ڳ" ۽ "ھ" ڳڏجي "گھ" اکر ٺاھيو ويو آھي، تيئن "پ" ۽ "ھ" اکر گڏجي "ڀھ" ڪرڻ ڪپندو ھو. اھڙيءَ طرح ھڪ ٻي بہ سھڻي صلاح ڏني اٿائين: لکي ٿو، "ج" ۽ "گ" اکرن ۾ ھڪ نقطو وڌيڪ وجھي ڄ ۽ ڳ اکر ٺاھيا ويا آھن. جڏھن تہ بنيادي اکر "ج" ۽ "گ" آھن. حقيقت ڪري انھن ٻنھي اکرن ۾ مڪيہ اچارن "ن" جو آھي ۽ اھو بنيادي اکر ضرور ڇاٽائڻ ڪپندو ھو. (19)

پيرومل سنڌ جي قديم تاريخ، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، سنڌ جي جاگرافي ۽ ريتن رسمن بابت ھڪ اٿاھ معلومات گڏ ڪري قرب وچان قلمي پورھيو ڪري بيمثالَ ڪتاب سنڌ جي سڄڻن جي نذر ڪيا آھن. ھن جي لکڻين مان ثابت ٿئي ٿو تہ ھو سنڌ جو سچو عاشق ھو. ھن ڪي لطيف سائين سان لنو لڳل ھئي، ھو ھڪ عظيم محب وطن ۽ سچو ليکڪ ھو. ھن قوم پرستيءَ وارن ويچارن جي اپٽار چٽيءَ طرح ڪئي آھي: پنھنجي ديس لاءِ فخر، وطني حب جو ھڪ مکيہ لڇڻ آھي. اھو لڇڻ اسان ۾ وڏي اسان ڪي سچو وطن دوست تڏھن بڻائيندو، جڏھن اسين پنھنجي پرڳڻي جي آڳاٽي اوج جو دل ۾ دور ڪري ۽ وڌيڪ ترقيءَ لاءِ حال جو خيال ڪري پنھنجو ارواح مستقبل سان ملائي ڇڏينداسين. پوءِ آڳاٽي اوج جو فخر ۽ آئينده جا آسرا اسان ۾ نئين جوت ڦوڪيندا ۽ عجيب اتساھ پيدا ڪندا. (20)

ادب ۽ سنڌي قوم پرستيءَ جا رجحانات گڏريل ڪجھ ڏھاڪن کان نمايان نظر اچن ٿا. وطن دوستيءَ جي نظريہ جو سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏو مبلغ سائين جي ايم سيد سمجھيو وڃي ٿو. ورھاڱي کان گھڻو اڳ ئي جن ويچارن کي پيرومل قلمبند ڪري چڪو ھو، تنھن کان جي ايم سيد پڻ متاثر ٿئي ٿو. جي ايم سيد پنھنجي مشھور ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" جي جلد 2 ۾ پيرومل تي ھڪ مضمون لکي کيس خراج تحسين پيش ڪيو آھي. مذڪوره مضمون لکڻ دوران سائين جي ايم سيد پنھنجي دل جي ڳالھ ھنن اکرن ۾ لکي آھي:

"سرزمين سنڌ ھڪ اھڙي قوم جي رھائش گاھ آھي، جنھن کي ماضيءَ جون بھترين روايتون، ڪلچر، حالات لاءِ طرز عمل ۽ روشن مستقبل لاءِ تجويزون آھن. ان وٽ ھڪ زنده زرخيز بامحاورا زبان آھي، جنھن ۾ سندس اعليٰ ادب جو سرمايو محفوظ آھي. ماڻھن جي زندگيءَ ۾ جيڪڏھن قومي ڪارڪن سياستدانن ۽ مدبرن کي اھم پارٽ ادا ڪرڻو ٿو پوي تہ قوم جي مفڪرن،

دانشورن ۽ اديبن کي بہ ان جي ترقي، حفاظت ۽ تعمير لاءِ ٿورو گهڻو ڪرڻو ٿو پوي. گذريل 60 سالن ۾ هن ڏس ۾ جن مکيہ اديبن حصو ورتو آهي، انهن مان ڪاڪو ڀيرومل هڪ هو." (21)

ويهين صديءَ جي پهرين اڌ ۾ جن دانشورن ۽ مفڪرن پنهنجي تحريرن ۾ وطن دوستيءَ جا جذبا جاڳايا آهن، تن ۾ ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو هڪ اهم حصو آهي. سائين جي ايم سيد جو مٿيون بيان ان ڳالهہ جي تصديق ڪري ٿو تہ ڀيرومل جي لکڻين مان ڪيس گهڻو ئي اتساهہ مليو آهي. سنڌ جي اهڙن اعليٰ عالمن ۽ دانشورن کي سنڌ جو نئون نسل ذري گهٽ فراموش ڪري ويٺو آهي. سنڌ جي اهڙن محسنن جي علمي ڪارنامن کي ياد رکڻ بہ وطن دوستيءَ جي تقاضا آهي. ڀيرومل جون خدمتون انمول ۽ يادگار آهن. سنڌ ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ ۾ هميشہ هميشہ سنڌس ڳڻ ڳايا ويندا.

حوالا:


(1) پوپٽي هيراننداڻي "سنڌ جو سيلاني"، ڀيرومل مهرچند جو ڪتاب، ٽيون ڇاپو، 1982ع، مهاڳ.

(2) ڊاڪٽرڊرمحمد پٺاڻ "سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ" ڀيرومل مهرچند جو ڪتاب، ٻيو ڇاپو 1990ع، مقدمو، صفحو 2-5.

(3) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، ٻيو ڇاپو، 1983ع، صفحو 181.

(4) ڊاڪٽر غلام علي الانا "سنڌي نثر جي تاريخ"، 1966ع، صفحو 124.

(5) جي. ايم سيد، "جنب گذاريم جن سين" جلد ٻيو، 1967ع، صفحو 328.

(6) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، "سنڌ جي هندن جي تاريخ"، ڀاڱو پهريون، 1946ع، صفحو 64.

(7) هيرونڪر، "ڀيرومل مهرچند" 1990ع، صفحو 18 ۽ 19.

(8) ڊاڪٽر غلام علي الانا، "سنڌي نثر جي تاريخ"، 1966ع، صفحو 124.

(9) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، 1983ع، صفحو 180.

(10) هيرونڪر، "پيرومل مهرچند"، 1990ع، صفحو-9

(11) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، 1983ع صفحو 98.

(12) منگهارام ملڪاڻي، "سنڌي نثر جي تاريخ"، 1968ع، صفحو، 84.

(13) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، صفحو 198.

(14) ڊاڪٽر غلام علي الانا، "سنڌي نثر جي تاريخ"، 1968ع.

(15) منگهارام ملڪاڻي، "سنڌي نثر جي تاريخ" 1968ع، صفحو 338.

(16) هيرونڪر، "پيرومل مهرچند"، 1990ع، صفحو 29.

(17) منگهارام ملڪاڻي، "سنڌي نثر جي تاريخ" 1968ع، صفحو283

(18) منگهارام ملڪاڻي، "سنڌي نثر جي تاريخ" 1968ع، صفحو 414.

(19) پيرومل "الف بي ڪيئن نهي"، 1923ع، صفحو 22 ۽ 23.

(20) پيرومل، "قديم سنڌ" 1957ع، صفحو 2.

(21) جي. ايم سيد، "جنب گذاريم جن سين" جلد- ٻيو، 1967ع، صفحو 230



ضميمو - 5

# سرڳواسي مسٽر پيرومل مهرچند آڏواڻي

جي ايم سيد

سرڳواسي پيرومل عرف عام ۾ ڪاڪو پيرومل جي نالي سان مشهور آهي. سنڌ جي چوٽيءَ جي اديبن مان هو. سنڌ جي قديم سڀيتا، ڪلچر، روايات ۽ زبان بابت کوجنا ڪري هن جيڪو مواد ڪٺو ڪيو ۽ ڪتابي صورت ۾ آندو آهي، سو تعريف جي لائق آهي. سنڌين کي جڳائي ته هن بيمثل اديب جو نالو دلين تان نه وسارين.

ڪره زمين تي، جي عظيم الشان ملڪ، ڄاگرافيائي وحدت، ڪثير آبادي، جمادي ۽ نباتاتي ذخيره پيداوار، قديم تهذيب ۽ تمدن جي نقطہ نگاهہ کان صف اول ۾ شمار ڪرڻ ۾ اچن ٿا، تن ۾ چين ۽ هند مکيہ آهن. جيڪڏهن انهن تي نظر وجهبي ته معلوم ائين ٿيندو ته چين، باوجود گهڻين بربادين ۽ تباهي جي، وري متحد ٿي ترقيءَ جي راهہ تي هلندي، اقوام عالم ۾ مکيہ جڳهہ والارڻ لاءِ ڪوشان آهي. مگر ٻئي طرف ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي جڻ هندستان اندروني اختلافن ڪري ورهائجي ورهائجي ڪمزور ٿي، وڃي پست پوندو. ان جا مکيہ ڪارڻ ڳولبا، ته ٻہ ڏسڻ ۾ ايندا: (1) پنڊت جو هندو ڌرم ۽ ملا جو اسلام، ۽ (2) مختلف ايراضين ۾ رهندڙ قوميتن ۾ باهمي اختلاف ۽ اقتدار لاءِ جنگ ۽ اقتصادي ڇتاڇيڻيون.

هر ملڪ کي اوج تي رسڻ لاءِ هڪ منظم ۽ زنده قوم جي ضرورت آهي. اهڙي قسم جي قوم هندستان جهڙي برصغير ۾ تيار ٿيڻ لاءِ باهمي ڏي وٺ، رواداري ۽ سمجهوتي جي ضرورت هئي. ماڻهن کي بي حس ۽ بي جان شين وانگر

ڪنهن قالب ۾ وجهي، بوتو بنائي نٿو سگهجي. سنڌن قومي جوڙجڪ ۾ ذرو بہ ڏاڍائي، اڳرائي، خود مطلبي، ۽ تڪڙين حالتن ڪي سڌارڻ بدران بگاڙيو ڇڏين. هندستان بہ انهن خرابين جو شڪار ٿي، مشڪلاتن ۾ اچي ڦاٿو.

قومون ڏينهڪ نٿيون ٺهجن. بلڪ هزارن ورهين بعد ڪا صورت وٺن ٿيون. سرزمين هند مختلف زبانن، خط زمين، روايات، وسائل پيداوار جي ٽڪرن جو ملڪ آهي، جنهن ۾ مڪاني حالات ۽ حقائق مطابق ننڍيون قوميتون وجود ۾ آيون: جهڙوڪ سنڌي، پنجابي، بنگالي، گجراتي، مرهٽا، تامل، هندي، بلوچي، پختون وغيره. انهن سڀني کي هڪ ڌاڳي ۾ پوئي عمده مالها بنائڻ لاءِ هيرو لعل ونڊيندڙ، وينجهارن جي ضرورت هئي، ليڪن بدقسمتيءَ سان اهو ڪم وڃي مذهبي لوهارن ۽ سياسي ٺاٺارن جي هٿ چڙهيو. جيڪي داڻن کي پوئي ڪنو ڪري ڪونہ سگهيا. هندستان ورهائجي بہ حصا ٿيو- هڪ کي ڀارت ڪوٺيو ويو، ٻئي کي پاڪستان. ڀارت ۾ پنڊت واري ڌرم جو دور دورو آهي. پاڪستان ملا واري اسلام جي پيدا ڪيل مشڪلاتن ۾ مبتلا آهي. ٻنهي مان ٻنهي مذهب جي ماڻهن جي لڏ پلاڻ ٿي. سنڌ بہ انهيءَ لڏپلاڻ کان بچي نہ سگهي آهي.

سرزمين سنڌ هڪ اهڙي قوم جي رهائش گاهہ آهي، جنهن کي ماضيءَ جون بهترين روايتون، ڪلچر، حالات لاءِ طرز عمل ۽ روشن مستقبل لاءِ تجويزون آهن. ان وقت هڪ زنده زرخيز ۽ بامحاورا زبان آهي، جنهن ۾ سنڌس اعليٰ ادب جو سرمايو محفوظ آهي. ماڻهن جي زندگيءَ ۾ جيڪڏهن قومي ڪارڪن سياستدانن ۽ مدبرن کي اهم پارٽ ادا ڪرڻو ٿو پوي تہ قوم جي مفڪرن، دانشورن ۽ اديبن کي بہ ان جي ترقي، حفاظت ۽ تعمير لاءِ-ڪوتورو ڪونہ ڪرڻو ٿو پوي. گذريل 60 سالن ۾ هن ڏس ۾ جن مکيہ اديبن حصو ورتو آهي، انهن مان ڪاڪو ڀيرومل هڪ هو.

هي صاحب حيدرآباد جي عامل پاڙي جي مشهور آڏواڻي ڪٽنب مان هو. هن جو ڏاڏو ديوان آٽلمل اجومل مختيارڪاريءَ تان پينشن تي لٿو هو. سندس والد، منشي مهر چند، سيٽلمينٽ کاتي ۾ هيڊ منشي هو. 40 روپيا پگهار هوندو هوس. 1888ع ۾ 20 روپين جي پينشن تي لٿو. پر سندس انگريز عملدار کيس، چڱيءَ طرح نوڪري ڪرڻ تي، 500 ايڪڙ زمين بنا مالڪاڻي جي وٺي

ڏني. پينشن تي لهڻ کان پوءِ، هو سوٽن سان گڏ ٺيڪا پڻ کڻڻ لڳو. 1905ع ۾ وفات ڪيائين.

مسٽر پيرومل 1875ع ۾ حيدرآباد شهر ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم مڪاني اسڪول ۾ ورتائين. انگريزي بہ حيدرآباد ۾ پڙهيائين. ڪهڙا خاص امتحان پاس ڪيائين، ان جو پتو نٿو پئجي سگهي. انهيءَ زماني ۾ پڙهائي سٺي هوندي هئي، ان ڪري ٿورا پڙهيل بہ قابل هوندا هئا. بهرحال، 1895ع ۾، 20 سالن جي ڄمار ۾، هو سالٽ ۽ ايڪسائيز کاتي ۾ 25 روپين پگهار تي نوڪريءَ ۾ گهڙيو. 1924ع ۾ ايڪسائيز انسپيڪٽر جي عهدي تان 300 روپين پگهار تي پينشن ورتائين.

انهيءَ وقت اسڪولن ۾ سنڌي مئٽرڪ تائين پاڙهيندا هئا. 1924ع کان پوءِ بي. اي تائين پڙهائڻ شروع ڪيائون - سا بہ فقط ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ پڙهائي ويندي هئي. 1924ع ۾، ڊاڪٽر دائود پوٽي جي ولايت پڙهڻ لاءِ وڃڻ بعد، هيءُ سنڌي لاءِ ان ڪاليج ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو، ۽ 1937ع تائين اتي ڪم ڪندو رهيو. هو بمبئي يونيورسٽيءَ جو ڪيترن سالن لاءِ سنڌي ۾ ممتحن ٿي رهيو.

هن ايڪسائيز کاتي ۾ 28 سال ۽ ڪاليج ۾ 13 سال نوڪري ڪئي. انهيءَ 41 سالن جي عرصي ۾ هن 45 ڪتاب تصنيف ڪيا. 1905ع کان وٺي، سنڌي درسي ڪتابن ۾ اٽڪل هڪ سو کن سبق هن جا لکيل آهن. نظم توڙي نثر ۾. مثلاً "مون کي ڪنهن ٿي ڪير پياريو"، ۽ لاباري بابت "اڇهو اسوءَ جو مهينو آيو، لاباري جو ڪريو سعيو"، ۽ ماڪيءَ جي مک بابت، ۽ "وقت ڇوي تو مان بادشاهہ"، وغيره هن جا لکيل آهن. آخر وقت تائين هي سنڌي ٻوليءَ ۽ تاريخ جو اڀياس ڪندو رهيو. برصغير جي ورهاڱي بعد، جيئن اسان کان ٻيا اديب ۽ عالم جدا ٿي ويا، هي بہ جدا ٿي ويو.

ورهاڱي کان پوءِ ڪجهہ وقت هيءُ ڪراچيءَ ۾ رهيل هو، پر گذر جي تنگيءَ ۽ ٻنگلي جي نيڪال نہ ٿيڻ ڪري مجبور ٿي، نومبر 1949ع ۾ بمبئي لڏي ويو. ٽين جولاءِ 1950ع تي پوني ۾، رستي هلندي، ڌڪ لڳڻ ڪري، هن جي پنيءَ جو ڪنڊو ڀڄي پيو ۽ ستين جولاءِ 1950ع ۾ ساسون اسپتال ۾ وفات ڪيائين. ڪيس هڪ فرزند ۽ ٽي ڪکيون هيون. هن جي فرزند جو نالو پرياس هو، جو

حيدرآباد سول ڪورٽ ۾ سنڌي ڪلارڪ هو، جنهن 40 ورهين جي عمر ۾ 1943ع ۾ وفات ڪئي. پريداس جي زال ۽ پٽ گوپ ڪولابا بمبئي ۾ رهن ٿا. مسٽر گوپيچند بمبئي ۾ اليڪٽرڪ ريڊيو ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪري ٿو. سندس هڪ ڪکي پاريتيءَ تالي، مسٽر حشمت راءِ هيرانندانيءَ سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان هڪ پٽ پرتاب راءِ ۽ ٻه ڪکيون ڄڻيون، 1932ع ۾ وفات ڪري ويئي. پرتاب راءِ سينٽرل ريلوي بمبئي ۾ نوڪري ڪري ٿو. مسٽر حشمت راءِ اڄ ڪلهه ڪراچيءَ ۾ آهي. سندس ٻي ڪکي، ڪوشليا عرف پدما، ماسٽر رام ايچ. آڏوانيءَ جي گهر ۾ آهي، جنهن مان ڪيس ٽي پٽ ۽ چار ڪکيون آهن. سندس ٽين ڪکي، ستي، موهن ولد ڊاڪٽر هوتچند گربخشانيءَ جي گهر ۾ هئي، جي ٻيئي زال مڙس گذاري ويل آهن. سندن هڪ پٽ منگهارام موهن هوتچند گربخشاڻي 30 سالن جي عمر ۾ آهي، جو انڊين ريان ڪارپوريشن ويراوال اسٽيشن ۾ ويونگ سپرنٽينڊنٽ آهي.

سرڳواسي ڀيرومل جي لکيل ڪتابن جي فهرست مان هيٺيان نالا ملي سگهيا آهن:

1- سنڌي گرامر (ويا ڪرڻ) ڀاڱو پهريون ۽ ٻيون. 2- گلقند، 3- گولن جا گوندر، 4- طلسم (ترجمو)، 5- گلزار نثر، 6- نوبهار، 7- آنند سندريڪا، 8- موهني، 9- نئين سنڌي تاريخ، 10- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، 11- قديم سنڌ، 12- لطيفي سير، 13- چونڊ ڪلام، 14- عاملن جو احوال، 15- سنڌي هندن جي تاريخ (ٻه ڀاڱا)، 16- عمر مارئي ۽ ٻين شاهه جي سرن تي ڪتاب ۽ مضمون، 17- انگلينڊ جي تاريخ (ٻه ڀاڱا)، 18- موهن جو دڙو (انگريزيءَ ۾).
سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل نه آهن:
1- ايٽيمالاجيڪل سنڌي - ٽو - سنڌي ڊڪشنري، 2- هندن جي لڏپلاڻ.



# فيونڪس بوڪس پبليڪيشن
# جا ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ / مترجم | قيمت |
|---|---|---|
| 1. پائلو فراري (جيون ڪٿا) | ظفر جوڻيجو ۽<br>سرتاج عباسي | 15 /- (ختم ٿيل) |
| 2. اختر حميد خان (جيون ڪٿا) | آفتاب آخوند ۽<br>غلام حيدر برهماڻي | 20/- (ختم ٿيل) |
| 3. شعيب سلطان خان<br>(جيون ڪٿا) | اسلم خواجه ۽<br>اعجاز قريشي | 30/- (ختم ٿيل) |
| 4. ڊاڪٽر اي ٽي آريارتني<br>(جيون ڪٿا) | ظفر جوڻيجو ۽<br>لياقت تهيم | 30/- |
| 5. جمشيد نسروانجي مهتا<br>(جيون ڪٿا) | ظفر جوڻيجو ۽<br>روزينا جوڻيجو | 100/- |
| 6. سنڌ جي آتما - ساڌو هيرانند<br>(جيون ڪٿا) | ڏيارام گدو مل /<br>مولچند منگهومل | 100/- |
| 7. جون آف آرڪ (جيون ڪٿا) | پروفيسر تيجومل ۽<br>انعام شيخ | 15/- |
| 8. ڊاڪٽر رٿ فاءِ (جيون ڪٿا) | ضياءُ مطاهر /<br>مراد علي مرزا | 100/- |

## ايندڙ ڪتاب

1. پيرو مل مهرچند (جيون ڪٿا)
2. ايم ايچ پنهور (آتم ڪٿا)
3. لارڊ مائونٽ بيٽن (انٽرويوز)
4. دانشورن جي نمائندگي (ايڊورڊ سعيد جا مضمون)
5. پروفيسر محمد يونس (آتم ڪٿا)
6. لعل چند امرڏنو مل (جيون ڪٿا)
7. چينمل پرسرام (جيون ڪٿا)
8. پرمانند ميوارام (جيون ڪٿا)
9. ڪلياڻ آڏواڻي (جيون ڪٿا)

## بالڪ ڪتاب مالها

| ڪتاب | ليکڪ / مترجم | قيمت |
|---|---|---|
| 1. رانديڪا ۽ سائنس | آروند گپتا / ظفر جوڻيجو | 20/- |
| 2. سخي وڻ | شيل سلورسٽين / ظفر جوڻيجو | 30/- |
| 3. ڏنو موسيقار | نڪولائي نوسوف / عطا محمد ڀنڀرو | 30/- |
| 4. ڏيڏر ۽ پوپري | ائنا برونٽي / ظفر جوڻيجو | 30/- |

5. روئڻو چنڊ — ڪئٽرينا / ظفر جوڻيجو — 20/-

6. ڏنو شاعر — نڪولائي نوسوف / عطا محمد ڀنڀرو — 25/-

## ايندڙ ڪتاب

1. جاڪوڙي ٻالڪ
2. دوشين
3. ٻيج لاڙ
4. جادوئي ٻج
5. جانورن جي عجيب دنيا
6. عطا محمد ڀنڀري جون ڪهاڻيون
7. گلن جي اميد
8. البرٽ آئنسٽائين
9. رائيٽ برادرس
10. اليگزينڊر گراهم بيل
11. ٿامس ايڊيسن
12. مارڪوني
13. لوئس پاسچر
14. الفرڊ نوبل
15. ميري ڪيوري

- ماڻهن جي زندگيءَ ۾ جيڪڏهن قومي ڪارڪنن، سياستدانن ۽ مدبرن ڪي اهم پارٽ ادا ڪرڻو پوي ٿو ته قوم جي مفڪرن، دانشورن ۽ اديبن کي به ان جي ترقي، حفاظت ۽ تعمير لاءِ ڪو ٿورو ڪونه ڪرڻو ٿو پوي. گذريل 60 سالن ۾ هن ڏس ۾ جن مکيه اديبن حصو ورتو آهي، انهن مان ڪاڪو ڀيرومل هڪ هو.

جي . ايم . سيد

- هن صاحب کي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ بي پناهه عشق هو. انهيءَ عشق جو اظهار اتڪ قلم جي ذريعي ڪيو، جنهن سنڌ ۽ سنڌين کي اهو ڪي ڏنو آهي، جنهن لاءِ سنڌ صدين تائين سندس شڪر گذار رهندي. سرڳواسي ڀيرومل کي سنڌي نثر ۾ هڪ امتيازي مرتبو ۽ انفرادي اسلوب هو. سندس هر تصنيف سندس انتهائي خلوص ۽ فدائيت جو پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ لاجواب دليل آهي.

محمد ابراهيم جويو

- سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي، سنڌ جو سير سفر - انهن موضوعن تي هن جيڪي ڪجهه لکيو آهي، ان کي اڄ به گهڻي اهميت آهي. انهن ڏسائن ۾ سندس تحقيقي رچنائون پيڙهه ۾ رکيل بنيادي پٿرن جو ڪم ڪن ٿيون، جن جي آڌار تي ٻين سنڌي محققن کي عاليشان عمارت اڏڻ جو ڪم ڪرڻو آهي.

مرليڌر جيٽلي



**Phoenix Books**
***[an income generating initiative of TRD]***
C-73, GMB Colony, Qasimabad,
Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Ph.00-92-22-2655021
E-mail:trdsindh@yahoo.com

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ کڻين، جيڪي بہ کڻين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻين ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)